# ڏُکوئِبِن اُهِجاَڻُ

(شاعَري)

"ستايل" سکندر




"سليٽ" اشاعتي شعبو
دانش گاهه، ٽنڊو قيصر

ڪتاب جو نالو: ڏکوئيَن اُهڃاڻُ
موضوع: شاعري
شاعر: "ستايل" سڪندر
ڇاپو: پهريون، جنوري۽ 2005ع
تعداد: پنج سؤ
ڇپائيندڙ: "سليٽ"، دانش گاهه، ٽنڊو قيصر
ڪمپيوٽر لي آئوٽ: هوت ميگهواڙ
ٽائٽل ڊزائين: موهن لال مڪواڻا
ڪمپوزنگ ۽ ڇپيندڙ: انٽيل ڪميونيڪيشنز، 9- ممتاز مارڪيٽ،
حيدر چوڪ، گاڏي کاتو، حيدرآباد. فون: 786572
قيمت:-/150 روپيا

"سليٽ" ڪتاب نمبر: ۴



**DUKHOIAN UHEJAN**

(A Poetry Book)

***By: "Satayal" Sikander***

Edition: Ist, January 2005
Quantity: 500
Publisher: SLATE, Danish Gah, Tando Qaiser
Printed by: Intel Communication, Hyderabad. Tel: 786572
Computer Layout: Hot Meghwar (Intel Communications)
Title Design: Mohan Lal Makwana
Price: Rs. 150/=

# ارپنا

”منصوري مسلڪ“ جي مالڪ صوفي

## منصور ملڪ

جي نانءِ

۽

پنهنجي دوستن، مائٽن، ٻارن ۽ گهر واريءَ جي نانءِ
جن مون سان زندگيءَ جي هر موڙ تي ڀرپور ساٿ نڀايو.

—”ستايل“ سڪندر

# فهرست

ڏُڪوئِيَنِ اُهِيڃاڻُ، ڪُلهي ڦاٽو ڪَنجُرو،
وَڃَنِ ڳُوندَرَ ڳَڏِيُونِ، لوڪَ نہ آڇَنِ پاڻُ،
سُورَنِ اسان ساڻُ، ننڍي ئِي نِينهُن ڪَيو.
(شاهہ)




لا موجود SLATE الا الله

**SANGAT LIBRARY AND TRANSACT EDUCATION**

DANISH GAH, TANDO QAISER

سليٽ

**سنگت لائبريري اينڊ ٽرانزيڪٽ ايجوڪيشن**

دانش گاهه، ٽنڊو قيصر

**اداري پاران**

# اعتراف

"سليٽ" اشاعتي شعبو، دراصل "سليٽ" جي مقصدن کي حاصل ڪرڻ جي سلسلي ۾، مالي معاملن ۾ پاڻ پري ٿيڻ لاءِ شروع ڪيو ويو هو؛ ۽ جنهن جي ابتدا ته ماهي "دوستي" ميگزين جي اشاعت سان ٿي هئي، جنهن کي پڙهندڙن سُٺي موٽ ڏئي اسان جي همت افزائي ڪئي هئي. (دوستيءَ جو اهو سلسلو انشاءَ الله ٻيهر جلد شروع ٿيندو.) ان دوران ٽن پرچن بعد ڪتابن جي ڇپائيءَ جو ڪم هٿ ۾ ڪنيو ويو. "سليٽ" طرفان پهريون ڪتاب ڊاڪٽر منصور ملڪ جو شعري مجموعو "ٽُڏي اُس تِڪي ڇانوَ" (2002ع)، ٻيو ڪتاب "سليٽ" جي ٿي دوست علي احمد نظامائيءَ جي اخباري ڪالمن جو مجموعو "سوچن جي صليب" (2003ع)، ٽيون ڪتاب ٿر جي محبوب شاعر امر ساهڙ جي شاعريءَ جو مجموعو "اکين ۾ الڪا" (2004ع) هيو؛ ۽ هيءُ چوٿون ڪتاب "ستايل" سڪندر جي چُونڊ شاعريءَ جو مجموعو

"ڏکوٿيَنِ اميدَ" آهي، جيڪو اوهان کي سن 2005ع ۾ پڙهڻ لاءِ آڇي رهيا آهيون. اٿين هر سال هڪ ڪتاب جو ٽارگيٽ هيستائين حاصل ڪندا رهيا آهيون؛ ليڪن اميد تہ هاڻ اهو سالوار سلسلو شرطيہ نہ هوندو ۽ وچ ۾ ٻيا بہ ڪتاب آندا ويندا.

"ستايل" سڪندر "سليٽ" جو سرگرم ساٿي آهي ۽ هڪ حساس دل تخليقڪار هئڻ سان گڏ، "سليٽ" جي ٻين سماجي سرگرمين ۾ پڻ اسان جو ٻانهن ٻيلي آهي.

ياد رهي تہ "سليٽ" N.G.Os جي طرز کان الڳ "پنهنجي مدد پاڻ" جي اصولن تحت پنهنجي لاءِ هن طرح جي مالي وسيلي ذريعي، پنهنجي وس آهر سماجي، علمي، ادبي ۽ انساني ڀلائيءَ جي ڪمن کي بنا ڪنهن مذهبي مت ڀيد جي، صوفيائي سوچ رکي سرانجام ڏيڻ جي ڪوششن ۾ رڌل آهي، ۽ اسان جو ايمان آهي تہ سچ سهاري، اسان انسان دوستيءَ جي راهہ هموار ڪرڻ ۾ ڪڏهن ڪِين ٿڪنداسين ۽ ڪجهہ ڪري ويندا سين.

ٿورا:

**ڊاڪٽر منصور ملڪ** جا، جنهن هن ڪتاب جي ڏِس ۾ اسان کي سڀ کان وڌ سات، اتساهہ ۽ تحرڪ بخشيو. گڏوگڏ ڳوٺ ٽنڊو قيصر جي سماجي شخصيت، **رئيس مشتاق احمد نظامانيءَ** جي سهڪار کي بہ نٿا وساري سگهون.

سليٽ جي دوست صوفي شوڪت، موهن مدهوش، لطيف شناس ڊاڪٽر علي نواز نظامانيءَ (جنهن جي صحبت ڪتاب کي عنوان ڏنو) جا پڻ ٿورا، جن ڇپائيءَ جي مختلف مرحلن ۾ مدد ڪئي- ۽ ها! پياري هوت ميگهواڙ جي سهپ کي بہ سلام، جنهن ڪمپوزنگ دوران صبر ساڻ اسان جي انگل آرن کي سَنو.

– **آسي زميني**

# زندگيءَ مان ڪونہ لاٿيون سبب سِڪون

زندگيءَ مان سڪون تہ اُهي ئي لاهيندا آهن جن کي سک ۽ سلامتيءَ جي ضمانت نصيب ٿي هُجي، باقي جت خواهشن جا ڍير لڳل هُجن ۽ ارمان اڌورا رهجي وڃن، ڇا اُنهن بہ ڪڏهن زندگيءَ مان سڪون لاٿيون! ۽ جتي شاعري ڏکن جي ذات بڻجي پيار جي حسين واديءَ جو پنڌ پڇائيندي دردن جي دڳ ۾ ئي دفن ٿي وڃي، اُتي پلا زندهہ رهڻ جو بہ حق آهي؟ ها! اُتي هڪ شاعر ٿي آهي جيڪو پنهنجا حوصلا بلند رکي، هنن انڌيرين پٽريلين راهن ۾ پنهنجي آجهل ذات جا ڏيئا ٻاري، هڪ واچوڙي جو وجود بڻجي، اُنهن وقت جي ويرين تي وار ٿو ڪري، جيڪي هن ديس جا، هن قوم جا، ۽ هن درياءَ جا دشمن آهن. توڙي ڇو نہ وک وک تي واڳو هُجن، پوءِ بہ اُنهن ڪُنن ۾ جهاڳڻو ئي پوندو، جتي اسان جي اُميدن جون ٻيڙيون ٻڏي ويون هُجن؛ ۽ اُهو سڀ تڏهن حاصل ٿيندو جڏهن اسان سچائيءَ جي دامن کي مضبوط جهلي، هن ڪوڙ ۽ فريب جي بنياد تي بنايل دوکي جي ديوار سان ٽڪر نہ کائيندا سين؛ جنهن جي پردي پويان اسان جي قسمت ۽ اسان جي جيئڻ ۽ مرڻ جا فيصلا ٿيندا هُجن؛ ۽ اسان جي قوم اُنهن جي هٿن ۾ صرف قربانيءَ جو ٻڪرو بڻيل هُجي.

چا اوهان ناهي ڏٺو جڏهن رات پنهنجي پُرنور ستارن سان صُبح جي وهندڙ سَموند ۾ گم ٿي ويندي آهي. ڪَتيونُ ڪر موڙينديون آهن ۽ ٽيڙو هن دکي ديس جي حد اورانگهي ڪنهن ٻئي ديس جي رڻ جا راهي ٿيندا هِن. تڏهن وقت جو ڪو وڏيرو ۽ رشوت خور آفيسر عيش عشرت ۾ رات ڪٽيندو آهي. چا اُنهن کي اُن رات جو اُهو منظر اکين جي آڏو نہ ڦرندو هوندو، جتي ڪا ماءُ پنهنجي ٻارن کي صبح واري سُڪل ماني سليماني چانهہ سان ڏئي، کين سمهارڻ جي ڪوشش ڪندي هن اونڌي ورهاست جي سوچ ۾ ڪيترو نہ حيران هوندي! هي وقت جو وڏيرو ۽ هتان جو حڪمران طبقو، جيڪو انهن مِسڪينن کان ووٽ حاصل ڪري پنهنجي هڪ الڳ دنيا ۽ الڳ قانون بنائيندو آهي- جنهن قانون جي قفس ۾ هتان جو هيٺيون طبقو قيد ڪيو ويو آهي ٿو. چا اُهي سڀ حقيقتون اسان اکين جي پردي پويان لڪائي صرف محبوب جي زلفن ۽ سندس ڳلن جي ڳالهہ ڪريون! جتي پيار ڪرڻ تہ سولو پر پيٽ ڏکيو ٿي پيو هجي ۽ "اياز" کي بہ اهو چوڻو ٿو پوي تہ: "ڍَوَ بنا ڍولا، ناهي ساڃاهہ سُونهن جي!"

منهنجي شاعريءَ لاءِ محرڪ اهڙا ئي خيال ۽ معصوم جذبا هُيا، جن مون کي ڪُجهہ لکڻ تي مجبور ڪيو: جيڪي سدائين منهنجي وجود کي ولوڙيندا رهيا آهن. باقي منهنجي شاعريءَ جو بنياد ڇاهي؟ اِهو تہ هڪ عام سوال آهي. ظاهر آهي تہ اُهو عشق آهي جيڪو ڪنهن کي شاعر ٿو بنائي تہ ڪنهن کي ڪلاڪار ٿو بنائي؛ اهو ئي مجاز ڪڏهن سسئيءَ کي پيچاري جيئن پيچي ٿو، تہ ڪڏهن مومل کي ماڙين ۾ بہ بيچيٽن ٿو بنائي؛ ۽ ڪڏهن سهڻيءَ کي اولٽيهن اونداهيءَ ۾ بہ وچ سير ۾ سڏي، هن جي وجود کي ولوڙي ٿو! هڪ انسان اُن مجاز جي موڙ تان گذرندي جڏهن حقيقت جي درياءَ ۾ داخل ٿئي ٿو، تڏهن اُن کي ڪُن جا ڪڙڪا ۽ چولين جي چڪ پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿي، ۽ هو خود کي آئت ڏيندي چوي ٿو تہ:

ٻڏندين تہ ٻڏي ويندين، ڪوشش تہ ترڻ جي ڪر!

جڏهن بہ ڪو اُهڙو طوفان تري هُن پار پوي ٿو تڏهن ڪو لطيف، سچل ۽ اياز بڻجي ٿو. باقي هن وقت جي طوفان ۾ تہ ڪئين "سڪندر" ويا لُڙهي!

اسان سڀ اُن پيڙ ۾ پيڙ جو حصو بڻيل آهيون. اُنهن ئي طوفان ۾ ترڻ جو رستو ڏيکاريو آهي. باقي اسان کي گهرجي تہ انهن جي ٻاريل چراغ کي روشن رکون. ان کان علاوه دل چوي ٿي تہ پنهنجي زندگيءَ جا حسين لمحا ۽ يادن جا عڪس هِن اکرن جي آئيني ۾ اوتي ڇڏيان. پر افسوس جنهن ذهن جي باغيچي ۾ يادگيرين جا خوبصورت گُل ٽڙندا هُيا، اڄ اُن دماغ جي ديوار تي هن دورنگي دنيا جي دردن جي ايتري تہ دز داخل ٿي چُڪي آهي، جو اُهي حسين يادون ڇڻ ڪنهن جهوني پت کي پاڙ کان لڳل ڪلر جيان ڇٽي ويون هُجن! ۽ سمورا عڪس ڇڻ تہ ڌُنڌلي آڪاش جيئن نظر ايندا هُجن!

شاعر جي زندگي گُلن سان گڏ انهن ڪَنڊن جيان هوندي آهي، جيڪي گُلن کان پهرين ٽاريءَ ۾ نڪري نروار ٿيندا هِن. هي اُهو 1981ع جو سال هيو جتان منهنجي شاعريءَ جي شروعات ٿي. اُن وقت هتان جو نوجوان شاعر ۽ فنڪار "اُداسي عزيز"، ڳوٺ جي پرسان باغ ۾، ٿئين عشق جي لڳل چوٽ، ۽ اُن جي پُڄاڻيءَ کان اڻ واقف عشاقن کي ماسٽر چندر، پرسرام ضيا، شيرل بيوس ۽ پنهنجي درد ڀري شاعري، ڪيسي مان ماچيس ڪڍي ان جي ڌمڪ/ تال تي خوبصورت انداز ۾ ڳائي ٻُڌائيندو هُيو. تڏهن ڪن نوجوانن کي ڳائڻ جو شوق جاڳيو تہ ڪن کي وري شاعريءَ جو- ۽ منهنجي اندر ۾ شاعري برسات کان پوءِ نڪرندڙ سلن جيان نڪري نروار ٿي، ۽ مون پنهنجون سِٽون اُنهن ڪافين جي ڌُنن تي ڪچي ڦڪي وزن ۾ "اُداسي" کي پڙهي ٻڌايون تہ اُن مون کي آئت ڏيندي اڳتي وڌڻ جو چيو. پاڻ وزن بحر سمجهائڻ سان گڏ ڪُجهہ طرحون بہ ڏنائين، جيڪي مون هن کي مڪمل ڪري ڏيکاريون تہ هن کي تمام گهڻي خوشي ٿي، ۽ هُن مون کي هتان جي مشهور سگهڙ ۽ صوفي شاعر اُستاد نورل نظامانيءَ سان متعارف ڪرايو؛ جنهن هِمَٿ افزائي ڪندي علم عروض بابت وڌيڪ ڄاڻ ڏني، ۽ ائين اهو سلسلو جاري رهيو.

آخرڪار 1989ع ۾ سنڌ جي مشهور شاعر "آسي زميني"، نواز نظاماڻي، ڊاڪٽر علي نواز ۽ اداسي عزيز جي ڪوشش رنگ لاتو، ۽ سنڌي ادبي سنگت ٽنڊو قيصر شاخ کولي وئي. مون کي بہ اُتي اچڻ جي دعوت ملي، جتي گڏجاڻيءَ ۾ مون پنهنجي شروعاتي شاعري پڙهي ٻُڌائي تہ ٻين کان علاوه، خاص ڪري "آسي زميني" وزن بحَر ۽ خيال تي ڳالهائيندي،

نوجوانن کي جديد شاعريءَ جي نئين انداز ۽ نوَن خيالن ۽ لاڙن ڏانهن ڌيان ڇڪايو، جيڪا وقت جي اهم ضرورت آهي. اُن کان پوءِ وقت جي حالتن، هتان جي غربت، هتان جي پيڙا، هتان جي ماڻهن جي مسئلن (علائقائي توڙي قومي) ۽ مظلوم ماڻهن سان ٿيندڙ ناانصافين تي مبني خارجي عوامل، داخلي مشاهدن ۽ سنڌي ادبي سنگت جي هفتيوار ڪلاسن جي زيرِ اثر منهنجي شاعري هڪ نئون رُخ اختيار ڪيو، ۽ جنهن ڪري مون کي منهنجي قلمڪار دوستن کان تمام سُٺي موٽ ملي جن ۾ "آسي زميني"، اداسي عزيز احمد، صوفي شوڪت، ڊاڪٽر علي نواز، علي احمد، اشفاق احمد، شهاب الدين، غلام رسول، شاعر گل موراڻي ۽ ڪهاڻيڪار عنايت لغاري (جنهن جي ڪهاڻين جو مجموعو "تصوير جو درد" پڻ هتان جي سنگت ڇپائي ڇڪي آهي) قابلِ ذڪر آهن.

آخر ۾ آئون "سليٽ" سنگت جي سيني دوستن خاص ڪري صوفي شوڪت، آسي زميني، موهن "مدهوش" ۽ ڪنهن ڪنهن ڪراچيءَ کان ڪَهي ايندڙ صوفي منش ڊاڪٽر منصور ملڪ جو بيحد ٿورائتو آهيان، جن منهنجي چونڊ شاعري ڪمپوز ڪرائي اوهان تائين پهچائي، ۽ آئون پنهنجي پڙهندڙن مان پڻ پُر اميد آهيان تہ هو مون کي چڱي موٽ ڏيندا. آخر ۾ پُڄائي آسي زمينيءَ جي بيت جي هِن سٽ سان تہ:

"سين جا الله! ٻچا رکين ٻاجهہ سين."

جيئي سنڌ!

اوهان سيني جو دعاڳو

"ستايل" سڪندر

ٽنبو تيمر

15 آگسٽ 2004ع

## مهاڳ

# شاعريءَ جا اسان تي وڙ آهن*

من نمي گويم اناالحق يار مي گويد بگو،
چون نگويم چون مرا، دلدار مي گويد بگو،
آنچه نتوان گفت اندر صومعه با زاهدان،
بي تحاشا برسرِ بازار مي گويد بگو.

هي اُنهي سرمست شاعر جون شاهڪار سٽون آهن، جنهن لاءِ سنڌ جي سرموڙ شاعر شاهہ لطيف چيو هو تہ؛ ”مون جيڪا ڪُني چاڙهي آهي، ان جو ڏَڪ هيءُ نينگر لاهيندو.“ هن مست ڏڪ تہ ڇا لاٿو پر پنهنجي ڪُني ٿي الڳ چاڙهي ڇڏيائين! جنهن جو ڏَڪ اڄ تائين ڪوبہ لاهي نہ سگهيو آهي؛ ها البت ڪوشش جي حد تائين ڪجهہ چوڻ ۾ عيب ڪونهي.

جيئن تہ مٿين سٽن مان ظاهر آهي تہ شاعر جيڪو حق جو نعرو هڻي رهيو آهي، اهو هو شعوري طرح پاڻ نہ چئي رهيو آهي، يعني ”هُو“ ٿي ڪيس چئي پيو تہ حق جو نعرو هڻ، تون چئو تہ آئون خدا آهيان! مطلب تہ سچي جوُن سچيون سٽون الهامي آهن. آفاقي شاعري ٿيندي آهي ڪبي ناهي. پر جڏهن شاعري ڪبي آهي تڏهن فقط تُڪبندي ٿيندي، ان ۾ نہ تہ خوشبوءِ

* پلوڙ شاعر سعيد ميمڻ جي غزل جي مصرع

هوندي، نہ ئي رنگ ۽ نہ ئي روح ۾ لهڻ جي سگهہ. شاعري شاعري ٿيندي آهي، ان ۾ شاعر تہ فقط قاصد جو ڪم ڪندو آهي؛ باقي چورائڻ يا ڳاهرائڻ وارو ڪو ٻيو ئي هوندو آهي.

ڪُنيءَ جو ڍڪ لاهڻ مان سڌي سنئين اها مراد وٺي سگهجي ٿي تہ، لطيف اڳڪٿي ڪئي تہ هن ڪان پوءِ بہ اهو سلسلو جاري رهندو. سندس دُور انديشي تہ ڏسو! اڄ تائين اياز کان وٺي ستايل سڪندر تائين اها زنجير هلندي پئي اچي، جنهن جي ديگهہ جي لاءِ مستقبل ۾ بہ چڱي اميد ڪري سگهجي ٿي. البت انهي زنجير ۾ ڪاني ڪمزور ڪڙيون بہ آهن، جن انهي زنجير کي ڪافي ڇيهو رسايو آهي.

هي نعمت هر ڪنهن جي حصي ۾ ڪانہ ٿي اچي پر قدرت پاران ڪن خاص چونڊيل ماڻهن تي مهرباني ڪيل هوندي آهي. اهي ماڻهو معاشري ۾ مِس فٽ نظر اچن ٿا، اهي بظاهر پنهنجي پاڙي، ڳوٺ يا ماحول کان اڪثر ڪٽيل نظر رهن ٿا.

عشق، جيڪو شاعريءَ جو ٻج آهي تہ دُک درد ۽ معاشرتي ناانصافيون وري پاڻيءَ جو ڪم ڏين ٿيون. انهن سيني شين جي ملڻ سان هڪ پختو شاعر وجود ۾ اچي ٿو، جيڪو اڳتي هلي پوري معاشري جي رهنمائي بہ ڪري ٿو، تہ غلاميءَ جي دور ۾ ڪيترائي باغي پيدا ڪري، انهن جي تربيت بہ ڪري ٿو:

شاعري جتي لطيف جيان اندروني ويڙهہ ڪري ٿي، اُتي سچل جيان نعرو هڻي ميدان ۾ بہ لهي پوي ٿي. اهو شاعر ئي آهي جيڪو مُلائيت جي ڪنريڻي خلاف، انهن جي مزاحمت بہ ڪري ٿو تہ ڍال بڻجي، انهن کي روڪي بہ ٿو؛ ۽ ڪوڙين فتوائن تي عمل ڪرائڻ کان اڳ اٽندڙ ٻانهن کي ڪَپي ڦِٽو ڪريو ڇڏي.

مولانا رومي چيو هو تہ، "شاعري جزواست از پيغمبري"، يعني شاعري پيغمبريءَ جو حصو آهي. اُها ڪهڙي شاعري آهي جيڪا پيغمبريءَ جو حصو آهي؟ اُنهيءَ تي غور ڪرڻ سان پتو پوي ٿو تہ اها شاعري، جنهن ۾ پوري عالمي انسانيت جي صحيح رهنمائي ڪيل هجي؛ جنهن جي پڙهڻ سان انسان پاڻ کي هر مذهبي متيد کان مٿاهون سمجهي، ۽ منجهس شعور پيدا

ٿئي؛ ۽ پوءِ هو پوري عالمي انسانيت لاءِ سوچي- اهڙي ٿي شاعريءَ لاءِ چيو ويو آهي تہ شاعري پيغمبريءَ جو حصو آهي.

ٽنڊو قيصر شهر، جيڪو ٻن مکيہ رستن (شيخ پرڪيو ۽ ميرپورخاص روڊ) جي وچ ۾ آباد آهي، سو شروع کان ئي لڪل ڇپيل رهيو آهي؛ جو اڪثر ڪري خط لکڻ مَحل ڏيان سان ايڊريس لکڻي پوندي هئي تہ متان خط ڪيڏانهن گُم نہ ٿي وڃي! پر اڄ هتان جي شاعرن ۽ اديبن ان کي اهڙو تہ مشهور ڪيو آهي، جو لفافن تي اڪثر رڳو "پوسٽ آفيس ٽنڊو قيصر ضلعو حيدرآباد" لکيل هوندو آهي؛ نہ ڪي وارِڊ نہ ڪي تعلقو، پر خط پهچيو وڃن! انهيءَ جو مکيہ ڪريڊٽ تہ آسي زمينيءَ ڏي وڃي ٿو، پر سنڌي ادبي سنگت ٽنڊو قيصر ۽ "سليٽ" ٻہ مانُ لهڻي.

"سليٽ" اشاعتي شعبي ٽنڊو قيصر جو هيءُ چوٿون ڪتاب آهي (ان کان اڳ "سليٽ" جو اشاعتي شعبو دوستي مئگزين جا ٽي پرچا ڪڍي چڪو آهي)، جيڪو اوهان جي هٿن ۾ آهي. هن صاحبِ ڪتاب شاعر سڄوري کي جٿيو تہ مقامي سگهڙن، پر نپائي وڏو ڪيو سنڌي ادبي سنگت ٽنڊو قيصر.

"ستايل" سڪندر جيتوڻيڪ اڄ ٻہ ڪيترن لاءِ نئون نالو آهي، جنهن جو سبب هن پاران نہ تہ ڪنهن رسالي ڏانهن شاعري موڪلڻ، ۽ نہ ئي ڳوٺ کان ٻاهر ڪنهن ادبي پروگرام ۾ شرڪت ڪرڻ آهي؛ پر سندس شاعري ڪنهن ٻہ ٻرندڙ جبل کان گهٽ ڪانهي، جنهن جو اُهاءُ پڙهندڙ کي پوريءَ طرح پنهنجي اثر هيٺ آڻيو ڇڏي. علم عروض ۽ ڇند تي عبور رکندڙ هيءُ شاعر تقريبن سيني عام صنفن تي طبع آزمائي ڪري چڪو آهي.

معاشرتي طور هيءُ شاعر هيٺئين وچولي طبقي سان تعلق رکي ٿو، جتي مسئلن جا انبار آهن. غربت، بيروزگاري ۽ خودڪشيون آهن. جتي ڪاڏي پيتي جي شين کان وٺي معدني وسيلا ۽ قدرتي وسيلا پهچ مان نڪرندا وڃن. جتي بن قاسم کان وٺي ڌارين جي يلغار مقامي ماڻهن کي چپيندي وڃي، جتي افغان انقلاب جو سڄو ٿوڪ سنڌ ۾ اڇلايو ويو هجي، ۽ جتي سنڌ جو ساهہ درياءُ بادشاهہ ٻہ ساڻو ٿي پيو هجي، اُتي هڪ شاعر پيڙاءِ ۾ نہ دانهي تہ جلي

ٻري وجي. آتي ان جو دانهن هڪ فطري عمل آهي، ڇاڪاڻ جو هو پاڻ کي روڪي نہ سگهندو:

تهري ڪالاباغ نهي پيو،
۽ هي ٿل ڪئنال نهي پيو،
ڇا جي لاءِ ڇڻو وڏيرا،
تو آ رکيو ڇُپ جو روزو!

**

سنڌ سان ايڏي نڳي ڇا لئہ يلا؟
دل ڪرسيءَ سان لڳي ڇا لئہ يلا؟
هينئن بہ ٿيندو هونءَ بہ ٿيندو ٿيو نہ ڪجھہ!
پيا هٿن خالي جهڳي ڇا لئہ يلا؟

**

ڇا لئہ وٺين وڪامي، ڇو تو پرين سلامي؟
توکي چوان چنيسر، يا ڪو چوان حرامي!
تو آهہ سر جُهڪايو، تو قوم کي لڄايو،
سونهين نہ ٿي "ستايل" توکي اها غلامي.

ستايل پنهنجي شاعريءَ ۾ توڙي عام ڪچهريءَ ۾ زندگيءَ تي گهڻو ڳالهائي ٿو. زندگي ڇا آهي؟ ڇو آهي؟ وارا سوال هر شاعر جيان هن جي دماغ ۾ بہ گهمندا رهيا آهن. صدين کان ماڻهو زندگي ۽ موت تي سوچيندو رهيو آهي. زندگي ڪيئن گهارجي؟ ۽ ڪيئن گذري پئي؟ ان ۾ جيتري انسان جو ذاتي عمل دخل تہ نہ هئڻ جي برابر آهي!

زندگي آهي ڊرامو آدمي ڪردار آ،
ڪو وڪامي ڪو وٺي پيو هي دُنيا بازار آ.
جنهن تي شاعر ٿو لکي ۽ جنهن کي ڳائي ڳائڻو،
آدمي اسٽيج تي جڻ گيت آ گفتار آ.

**

زندگي گذري وڃي جي پيار ۾،
هيو پلا گهرجي بہ ڇا سنسار ۾.

**

آدمي هرڪو اٿين ويندو رهيو،
پر انهن جا مسئلا رهجيو وڃن.

**

زندگي آ ويس بدلائڻ لڳي،
جلد پيريءَ جا وڳا پائڻ لڳي!
سوچ کي ويڙهي ويون هن سرحدون،
هاڻ هرڪا آس ايذائڻ لڳي.

**

زندگيءَ ۾ ڏار پنجو تا وڃن،
جڻ جڏي ڪاٺي پراڻي يت هجي،
ڪونہ ٿو ماضي ڪڏهن موٽي اچي،
بس اُنهيءَ جا عڪس رهجيو تا وڃن،
زندگيءَ ۾ ڏار پنجو تا وڃن.

اڪثر صحت جي ڪمزور حالت هوندي بہ هن همت نہ هاري آهي. ننڍي عمر ۾، بغير سهاري جي ڇتين، پتين ۽ وڻن تي چڙهي ويندڙ ڪنهن سرڪس جي رانديگر جيان لڳندو هو. ننڍي وڏي واهہ ۾ مٿان ڪان پاڻ اڇلندڙ ۽ ڪافي وقت پاڻيءَ جي اونهائيءَ ۾ ٽبي ڏئي گم ٿيندڙ هن جوان جو سُنن تاروئن ۾ شمار ٿيندو هو.

ننڍين ننڍين حرڪتن سان پاڙي وارن کي تنگ ڪندڙ ۽ اسڪول کان گوهيون هڻندڙ کي جڏهن عشق جي چوٽ لڳي، تڏهن سڀ حرڪتون وسري ويس! نہ تہ اُها اُچل اُڇلان رهي، نہ ڪنهن کي تنگ ڪرڻ ۽ نہ ئي باقاعدگيءَ سان واهن ۾ وهنجڻ؛ بس رڳو يار جي يادگيري ۽ انهيءَ سان ملڻ سندس

زندگيءَ جو دائرو ٻڌجي رهجي ويو؛ ۽ ائين شاعري ساوڻ رُت ۾ برسات کان پوءِ جبلن کي چيري نڪرندڙ سلن جيان، هن جي رڳ رڳ مان ڦٽي نڪتي- ۽ اڄ هيءَ شاعريءَ سان سرهو، سائو ۽ آباد آهي؛

وضو ڪندي اوچتو، تنهنجي ياد وري،
ٻانهون ويون وسري، پهچي پيرن تي ويس.
**

دل چوي ٿي پيو سموري زندگي تو تي لکان،
مان تہ پنهنجي خوبصورت شاعري تو تي لکان.
**

سونهن کي تو سدا عشق سجدا ڪري،
ديوتا تون پرين! مان پوڄاريءَ جيان.
**

ساراهہ ڪيان ڪنهن جي، توکي آ ٺاهيو جنهن،
يا ڳالهہ ڪيان تنهنجي؟

هر شاعر، ٻئي جي پير ۾ چڀندڙ ڪنڊو بہ پنهنجي پير ۾ محسوس ڪندو آهي. معاشرتي اڻ برابريءَ جي ڪري لوڪ تي ٿيندڙ ظُلم، هو پاڻ تي محسوس ڪندو آهي. دوا لاءِ رهندڙ بيمار يا مانيءَ لاءِ ڪڇندڙ هٿ ڪيس جهوري وجهن ٿا. هن صاحبِ ڪتاب جي شاعريءَ ۾ انهن دردن، سورن ۽ ڏانهن جو ذڪر ڀرپور نموني ڪيل آهي. ڪيترين ئي جاين تي هو پاڻ سان گڏ پڙهندڙن کي بہ روئاڙيو ڇڏي؛

تنهنجي خوشيءَ جي مون کي دعوت قبول آهي،
منهنجا تہ غم سمورا ان ۾ شريڪ آهن،
توکي خوشيون بہ اريان پر سي ڏنيون مون ناهن،
اڳواٽ ڪيئن چوان مان باقي فضول آهي،
تنهنجي خوشيءَ جي مون کي دعوت قبول آهي.
**

خواهشون رهجي ويون سڀ ڪالهہ جون،
منهن سيائي ڏي ڪٽي ڪهڙو وڃان،
مان تہ نيرن جو پيو سوچيان اڃان،
تون ملهائين پيو خوشيون نئين سال جون،
خواهشون رهجي ويون سڀ ڪالهہ جون.

**

ڪيڏو تہ بکيو آهي! پيو ماس پَٽي پنهنجو،
ايڏو تہ بکيو آهي!

**

ڪوڏر ڪلهي تي ڪٽي، سوچي پيو مزدور،
هي سڀ مون لئہ سور، آخر ڪنهن خلقيا هتي؟

مذهبي ڇڪتاڻ سبب ٿيل رتوڇاڻ، اشرف المخلوقات جو ڪنڌ شرم کان جهڪو ڪري ڇڏيو آهي. ائٽمي هٿيارن جي نهڻ کان اڳ مذهبي انتها پسنديءَ جو هٿيار لکين سسيون لاهي چڪو آهي. آءُ سمجهان ٿو تہ ان جي تباهيءَ جا آثار جيترا ننڍي ڪنڌ ۾ آهن، اوترا شايد ٿي ڪنهن ٻئي ڪنڌ ۾ هجن؛

ماڻهو مذهب مُٺ ۾، مذهب ماڻهوءَ مُٺ،
ڪيڏي وڏي ڄُٽ، ماڻهن مذهب سان ڪئي!

**

ماڻهو مذهب لئہ مَرن، مون لئہ پيٽ ڌرمُ،
مون کي بکَ ڀرَمُ، سيڪاريو سنسار ۾.

**

نہ ڪي پيٽ سُني نہ شيعو ڏسي ٿو،
هتي بُک سڀ جا ڌرمُ ٿي ڏُٺاري.
هي منبر تي ملون ڀري پيٽ پنهنجو،
وري ڊپُ جهنمُ جا ڏئي ٿو ڏڄاري.

شاعر جي حساسيت تہ ڏسو! هو شيشي جي گلاس کان بہ وڌيڪ نازڪ آهي:

پوپٽ جي پرن کان بہ نرم خواب اسان جا،
راهن ۾ پيو چار تون ڪنڊن جو وڇائين!

**

احساس ڪٿي آهي؟ تو ڳالهہ ڪري هرڪو،
پر قياس ڪٿي آهي؟

ڏيڊ سنّو، جنهن جو مطلب آهي تہ 1 + 1/2 يعني هڪ جوڙيان اڌ؛ ان کي بلڪل صحيح لکت ۾ اسان جي هن شاعر ئي لکيو آهي. يعني پهرين پوري سٽ پوءِ اڌ سٽ؛ خبر ناهي ڇو اهو خيال هن کان اڳ ڪنهن سينيئر، توڙي جونيئر شاعر کي نہ آيو! بهرالحال ڏيڊ سنّي جي صحيح لکت يا هئيت جو اعزاز بہ هن ڏانهن وڃي ٿو.

هن مجموعي جي عنوان تي ڏاڍو بحث هليو. هي بحث تقريبن مهيني کان هلندو رهيو. جنهن ۾ آسي زميني (پبلشر)، ڊاڪٽر منصور ملڪ (جنهن کي هي ڪتاب اربيو ويو آهي)، ستايل سڪندر (شاعر پاڻ) ۽ صوفي شوڪت سرگرم رهيا. آخرڪار آسي زمينيءَ جي عنوان "ڏکوڻيِن اُميَانَ" تي اتفاق ٿيو.

آخر ۾ هڪ چڱي خواهش تہ، جيئن ڇپائيءَ جو مرحلو، جيڪو محترم موهن "مدهوش" ۽ آسي زمينيءَ جي ڪاوشن وسيلي انتهائي سهڻي انداز سان پورو ٿيو آهي، تيئن مارڪيٽ ۾ پهچڻ کان پوءِ ڪپت وارو مرحلو بہ شال ڪاميابي ماڻي.

هيءُ شاعر "سليٽ" جي گهر جو شاعر آهي، جنهن کي اسان توري تڪي پوءِ اوهان تائين پهچايو آهي، ۽ جنهن لاءِ اسان پر اميد آهيون تہ هيءُ سنڌ جي موجوده دور ۾ ڪرنڊڙ شاعريءَ کي سهارو ڏيندو. اسان اها ضمانت پڻ ڪٿي سگهون ٿا تہ هن جي پڙهڻ سان نہ تہ اوهان جو وقت زيان ٿيندو ۽ نہ ئي پئسو.

– ابو سچل

جمال هائوس، ٽنڊو قيصر
24-7-2004ع

# گمنام شاعر جي نيڪ نام شاعري

لِيو ٽالسٽاءِ (1828ع کان 1910ع) جو چوڻ هو ته، "مذهب کان پوءِ فن ئي آهي، جيڪو انساني ذهن ۽ سندس احساسن جي جوڙجڪ ڪري سگهي ٿو. (چو ته) هر ڪنهن فن ۾ هڪ ڳالهه مشترڪ آهي ته اهو ماڻهن کي متحد بڻائي ٿو." ياد رهي ته هتي هو فن کي ايڏي وڏي مهتا ڏيڻ جي باوجود ڪيس مذهب جي پيٺ ۾ ثانوي حيثيت ٿو ڏئي، جا ڳالهه غور طلب آهي. ان کان اڳ هو مذهبي ادراڪ بابت پنهنجا ويچار هن ريت ونڊي ٿو؛ "مذهبي ادراڪ مان مراد آهي خدا سان انسان جو رشتو، جنهن وسيلي انسان خدا سان ۽ انسان انسان سان هڪ (متحد) ٿيو وڃن." هو وڌيڪ لکي ٿو؛ "ماڻهو فن جي ناقابلِ فهم هجڻ جي ڳالهه ڪن ٿا، ليڪن جيڪو فن انسان جي مذهبي ادراڪ مان ڦُٽي نڪتل آهي، ته اهو هرگز ناقابلِ فهم نٿو ٿي سگهي."

پر ڪيڏي حيرت ۽ افسوس جي ڳالهه آهي جو، فن کي مذهبي ادراڪ جي سونهن سان سنواري عوام دوستيءَ پيدا ڪرڻ وارو تصور رکندڙ فيلسوف - فنڪار، پنهنجي مذهبي ادراڪ ۽ خانداني عقيدن جي ٽڪراءَ جي ور چڙهي ويو؛ ۽ دلشڪستگيءَ ۽ ويڳاڻپ جو شڪار بڻجي آڪٽوبر 1910ع تي گهران مُنهن ڪري نڪتو، ۽ 6 نومبر 1910ع تي هڪ ريلوي اسٽيشن جي پليٽ فارم تي مٺل حالت ۾ مليو! ايئن هڪ عظيم ڏاهو، "مذهبي ادراڪ" وسيلي فن کي پرکيندڙ ۽ پرچاريندڙ مختلف مذهبي عقيدن جي جانبهه ۾ پيڙجي، فرار جي راهه اختيار ڪري، "نيٺ ڇا ڪَجي؟" واري سوال جو ڦندو پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهي ٿو ڇڏي-! ۽ يقينن موت جي آخري هڏڪيءَ ويل به سندس ماٺڪين ۾ ان سوال جو ڪُنڊيو ڪُتل هوندو، ۽ سندس ڪَنَن ۾ صدين جي ان

سوال جو پڙاڏو هوندو، جيڪو اڄ تائين هر دؤر جي مذهبي توڙي فلسفيانه رڻ پَٽن ۾ گونجندو رهي ٿو!

ان جي اُبتڙ ارسطوءَ (384-322 ق. م) فنِ شاعريءَ بابت پنهنجي ڪتاب "بوطيقا" ۾ لکي ٿو ته، "شاعري يا ته زبردست فطري صلاحيتن جي مالڪ ماڻهوءَ جو ڪم آهي، يا پوءِ ان جو، جيڪو صحيح الدماغ نه هجي. پهريون شخص حد کان وڌيڪ حساس هوندو آهي ۽ پويون عالمِ جذب ۾ رهندڙ." ساڳئي ڪتاب ۾ تخليقي حسن بابت راءِ ڏيندي چئي ٿو ته، "حسن توازن، تناسب ۽ مربوط ڪُل ۾ جزن جي فطري ترتيب جو نالو آهي." ارسطو افلاطون جي ان نقطہِ نظر سان بہ سهمت ناهي ته "هي دنيا اصلي دنيا جو نقل آهي ۽ فن وري نقل جو بہ نقل آهي." پر ارسطوءَ جي بقول؛ "هيءَ دنيا ئي اصل دنيا آهي ۽ ان جو نقل فن آهي. ليڪن ان کي جيئن جو تيئن نقل ڪرڻ اعليٰ فن ناهي، فنڪار جو ڪم فطرت جي حسن ۾ معنيٰ تلاش ڪرڻ ۽ ان منظر کي معنيٰ سميت نقل ڪرڻ آهي؛ ۽ ان ۾ ئي فن جو ڪمال آهي."

مطلب ته ٽالسٽاءِ فن جي سلسلي ۾ مذهبي ڄاڻ، صلاحيت يا ادراڪ يا مذهب شناسيءَ تي زور ڏئي ٿو، ته ارسطو فطري سونهن/ سُوجهہ ٻُوجهہ، صلاحيت يا ادراڪ تي زور ڏئي ٿو، ۽ مذهب شناسيءَ جي جاءِ تي فطرت شناسيءَ کي اهميت ڏئي ٿو. جنهن لاءِ هو چئي ٿو ته فطرت شناسي ماڻهوءَ ۾ حساسيت پيدا ڪري ٿي. ٻئي پاسي جيڪڏهن ڏسجي ته مذهب شناسي ماڻهوءَ کي شعور ته ضرور بخشي ٿي، پر اهڙو شعور هڪ دائري تائين ئي محدود هجي ٿو. ليڪن فطرت شناسي ماڻهوءَ کي جيڪو شعور يا آگهي عطا ڪري ٿي، ان جو ذريعو جيئن ته تخليقڪار جي فطري حساسيت آهي، تنهن ڪري اهڙي حساسيت جو بخشيل شعور ڪنهن بہ دائري جو باندي ناهي؛ پوري ڪائنات يا خارج سندس حسي صلاحيت باعث، وجدان وسيلي سندس داخل ۾ ظهور پذير ٿي وڃي ٿو... ۽ جنهن جي داخل ۾ سمورو خارج موجود هجي، اهو بجا طور ڪامل شخص سڏجڻ لائق آهي.

هر مذهب پنهنجي جوهر ۾ هڪ مخصوص دائري اندر رهي عملي زندگيءَ جا بنياد فراهم ڪري ٿو، ۽ ان دائري کي اورانگهڻ واجب السزا جرم تصور ڪيو وڃي ٿو؛ جنهن جو تاريخ ۾ سڀ کان وڏو مثال حضرت حسين

بن منصور حلاج رح آهي. ڇا منصور کي مذهبي ادراڪ حاصل نہ هو؟ لاريب هو صاحب ادراڪ هيو، ۽ ان ادراڪ جي بدولت ئي کيس معلوم ٿيو تہ هيءُ مذهب جو دائرو تہ تمام ننڍڙو آهي، هن ۾ تہ فقط عام ماڻهو ئي رهي سگهن ٿا. هو تہ پنهنجي دؤر جو Genius خاص ماڻهو هو. هُن لاءِ اُن دائري کان ٻاهر ٽپي اڳتي جي ادراڪ جا مڙيئي دروازا ڪليل هئا، ۽ هو جڏهن انهن ڪليل دروازن کي عبور ڪندو ان حد تي پهتو، جتي زمان و مڪان جو ڪوبہ سنڌو نہ رهيو هو، ۽ جڏهن اتان جو احوال، جيڪو کيس محدود عقل وارن عام ماڻهن آڏو آشڪار نہ هو ڪرڻو، سو سلي ويٺو، تڏهن جاهل عوام پنهنجي دؤر جي ڏاهي، صاحبِ عقل و مذهبي ادراڪ انسان کي ديوانو/ باغي قرار ڏيئي، ترم جي دار تي چاڙهڻ بعد ڪِترا ڪِترا ڪري سندس ساڙيل سرير جي خاڪ بہ اُڏاري ڇڏي! ۽ بيشڪ اهڙو موت سقراط توڙي منصور ڀارن جي شان لائق آهي. هوريس (65-8 ق. م) اهڙن غير معمولي (Extra ordinary) ماڻهن يا شاعرن لاءِ لکي ٿو تہ، "شاعرن (اصحابِ شعُور) کي اهڙو حق حاصل آهي تہ جيڪر هو چاهين تہ پاڻ کي ماري ڇڏين. اهڙي شخص کي بچائڻ، جيڪو بچڻ نہ چاهيندو هجي سا ڳالهہ کيس قتل ڪرڻ وانگر آهي."

لاشڪ سقراط يا منصور ڀارن، زندگي ۽ موت جو مشاهدو تمام ويجهڙائيءَ سان ڪري ڏٺو هو؛ ۽ هنن پنهنجي جيئري ڪئين ڀيرا مري وري جيئري ٿي پوڻ جو بار بار آنيوءَ حاصل ڪيو هيو. تنهن ڪري انهن لاءِ پنهنجي مرده سوسائٽيءَ ۾ موت قبولڻ زندگيءَ سان پيار برابر هيو... تڏهن تہ هو اڄ بہ زنده آهن.

ان بحث ۾ اڳتي وڌڻ کان اڳ ٿورو ويچاريو تہ هڪ عام توڙي خاص ماڻهو، جو ڪجهہ Observe يا Percieve ڪري ٿو، يا خارجي توڙي داخلي طور جو ڪجهہ محسوس ڪندي يوڳي ٿو، ان يوڳنا جي عملي توڙي علمي اظهار جي کيس آزادي ميسر آهي؟ اها ئي ڳالهہ آهي تہ تخليقي سگهہ سموريون بندشون ٽوڙي پنهنجي اظهار جي ڪانہ ڪا صورت آوس ڳوليو لهي؛ ۽ اها تخليقي سگهہ ڪنهن بہ مذهبي ادراڪ جي محتاج ناهي هوندي، جنهن کي ٽالسٽاءِ هرحال ۾ ان جو پابند بنائڻ گهري ٿو؛ تنهن ڪري اهو سندس فڪري مغالطو آهي تہ فن مذهبي ادراڪ جو محتاج آهي! مذهبي

ادراڪ کان انڪار ناهي، ليڪن ڪنهن تخليقڪار جي تخليقي سگهه جو راز مذهبي ادراڪ کانسواءِ فطري ادراڪ ۾ سمايل آهي. اچو تہ ان ڏِس ۾ صاحبِ ڪتاب "ستايل" سڪندر کان پڇون، جيڪو جواب ۾ چئي ٿو؛

نہ ڪي پيٽ سُني، نہ شيعو ڏسي ٿو،
هِتي بک سڀ جا ڌرم ٿي ڏٺاري.

يـــا

اڳ اَنڌن جي اجهائڻ واسطي؛
مذهبن جي پابندي پلجي وئي.

ڪير سائنس اتفاق ڪري يا اختلاف، پر ستايل سڪندر جو ان معاملي ۾ ٽالسٽاءِ کي اهو ئي جواب آهي. سندس خيال موجب؛

پاڻ کي ئي جو نہ آ سمجهي سگهيو،
سو خدا جي ذات تي سوچي پيو!

هر ساڃاهہ وند تخليقڪار لاءِ بنيادي عنصر خود آگهي يا پاڻ سڃاڻڻ (Self perception) آهي، جنهن پاڻ سڃاتو، تنهن پرينءَ (خدا) سڃاتو. بقول ستايل؛

يار "ستايل" پري تہ ڪونهي،
پاڻ منجهان ئي ڳول هتي!

يقينن خدا شناسيءَ کان اڳ خود شناسي ضروري آهي، ۽ اهڙي شناس محبت جو مذهب ئي بخشي سگهي ٿو؛ نہ ڪي هي زماني جا اڻ ڳڻپ مذهب، جن ماڻهو مُنجهائي تاريخ جا ورق رت - هاڻا ڪري ڇڏيا آهن... ان ڏس ۾ "ستايل" چيا ٿو چئي؛

اسان جو شهر ساڳيو آ، اسان جا گهر جدا آهن،
اٿين ٿي روز پيا گڏجون، تڏهن بہ پي فاصلا آهن!

بڻايا ڇا نہ بُتخانہ، هتي انسان پُوڄا لئہ،
سين جو ڏار مذهب آ، الڳ سڀ جا خُدا آهن!

وري ڏِس ڪِيس ڪيڏو ٿيو، اٿين تڙيون پيا راهن ۾،
"ستايل" آس جا پنڇي، الاءِ ڪنهن ڪُنا آهن؟

آس جا پنڇي ڪنهن ڪُنا آهن؟ اهو سوال بظاهر "ستايل" پاڻ کان ٿو پڇي، پر اهو سوال اسان سمورن لئہ آهي؛ ۽ ان جي جواب طور هر ڪنهن وٽ پنهنجا پنهنجا دليل هوندا. پر هڪ ڳالهہ کان ڪوبہ انڪار نہ ڪري سگهندو تہ، هر دؤر جي فطرت شناس ماڻهوءَ جي من - پِڃر تي ڪيترا ئي آس جا پنڇي لهندا رهيا آهن، جن کي ڪڏهن مذهب تہ ڪڏهن سياست جي ڪوڙڪيءَ ۾ ڦاسائي، نهايت بيدرديءَ سان وقت جي مذهبي - سياسي سگهارين ڏرين ڪُنو آهي. حيرت جي ڳالهہ تہ اها آهي جو ٻئي ڌريون ڳالهيون وري بہ انساني ڀائيچاري ۽ اظهارِ راءِ جي آزاديءَ جون ڪنديون رهيون آهن! ان قول ۽ فعل جي تضاد کي اسان جو تخليقڪار اجهو هنن لفظن ۾ ٿو اگهاڙو ڪري؛

بند پڃري ۾ پکي جو ٿو ڪرين؟
ڇڏ تہ پنهنجي جوڙ سان اُڏري وڃي!

"ڇڏ تہ پنهنجي جوڙ سان اُڏري وڃي!" هن مصرع کي سونهن، تخليقڪار وٽ موجود محبت جو جمالياتي ادراڪ ئي بخشي ٿو، نہ کي مذهبي ادراڪ. دراصل ذات ۽ ذاتہ جو اهو تخليقي جهان محبت جي جمالياتي ادراڪ جي بنيادن تي ئي بيٺل آهي. مذهبي قدر (Values) بجا طور انساني ڀلائيءَ سان واسطو رکن ٿا، پر عالمي سطح تي اهي ڪٿي نہ ڪٿي هڪٻئي سان ٽڪراءَ ۾ ضرور اچن ٿا؛ جنهن سبب ماڻهن درميان ڌرمن جون ديوارون ڪڙيون ٿي پون ٿيون. پر محبت جي مذهب جا قدر آفاقي آهن. اهي نہ فقط ساري ڌرتيءَ جي انسانن کي قريبتر ڪن ٿا، پر پوري ڪائنات تي ان جو اطلاق ٿئي ٿو. روزِ اول کان محبت ئي ڪائناتي هم آهنگي ۽ توازن جو محور رهي آهي. اهو حُسنِ ترتيب ۽ توازن "ڪُن فيڪون" جي جوهر ۾ موجود آهي. جنهن فرمان جو محرڪ پڻ بلاشڪ اها ئي محبت آهي. مذهب انفرادي حيثيت رکي ٿو، ليڪن محبت اجتماعي اهميت جي مالڪ آهي. تنهن ڪري مذهبي قدر جامد آهن پر محبت جا قدر (Values) غير جامد، سدا متحرڪ ۽

وهندڙ پاڻيءَ جيئن آهن. مذهب طيءِ شده، حتمي ۽ مڪمل قاعدن تي مدار رکي ٿو، جن ۾ ڪنهن ڦيرڦار جي گنجائش (اجتهاد جي حڪم هوندي به) نه هئڻ برابر آهي؛ پر محبت پنهنجو رستو پاڻ ناهي ٿي، ۽ پاڻ تي ڪي به خارجي بندشون نٿي برداشت ڪري؛ تنهن ڪري محبت هر دؤر ۾ (زمان و مڪان جون حدون اورانگهي) شين کي پنهنجي نظر سان ڏسي، انهن بابت راءِ جوڙڻ جو اختيار رکي ٿي؛ جنهن کي آفاقيت جو درجو حاصل آهي. محبت کي اوهان ڪنهن به منطقي/ استدلالي دائري ۾ بند نٿا ڪري سگهو. هڪ شاعر به جيئن ته محبت جي مذهب جو پوئلڳ هوندو آهي، تنهن ڪري هو پنهنجي تخليقي فڪر ۽ رويي ۾ منطقي بجاءِ وجداني هوندو آهي، ۽ نتيجتن شين بابت چئو ۽ چڱو تصور ڏئي ٿو؛

يار جي معصوم چهري کي ڏسي،
ٿي خدا جي روبرو پهچان آ.

خدا کي منطقي يا استدلالي انداز ۾ ڪنهن به ريت بيان نٿو ڪري سگهجي. جو ته خدا کي منطقي انداز ۾ ثابت ڪرڻ لاءِ جيترا دليل ڏئي سگهجن ٿا، اوترا دليل ان جي ابتڙ پڻ پيش ڪري سگهجن ٿا. ليڪن محبت جو ادراڪ اوهان کي وجدان جي اهڙين وادين جو سفر ڪرائي سگهي ٿو، جتي خدا سان اوهان روبرو سنمک ٿي سگهو ٿا؛ ۽ اوهان کي ان جي ثابتيءَ لاءِ ڪن به هٿ ٺوڪين منطقي دليلن جي ضرورت نه پوندي. رڳو اندر جي اک کولڻي پوندي، جنهن جي روشنيءَ ۾ هڪ معصوم يار جي چهري جي مٺڙي مُرڪ ئي حسنِ ازل کي عيان ڪرڻ لاءِ ڪافي آهي؛ بشرطيڪ اوهان وٽ اها اندر جي اک يا قوتِ ادراڪِ جماليات يا عشق جي عطا ڪيل وجداني سرمستي موجود آهي. ٻئي طرف صاحبِ عقل و خرد جي خيابان جي گلن جون جدا جدا سڳنڌون، اوهان کي الرجيءَ ۾ مبتلا ڪري، حقيقت کان ڦيڙي به سگهن ٿيون؛ بقولِ ستايل؛

مت، عقل ۽ سيائپ چاجي؟
جڳ کي سمجهيو ڏاهن چاهي؟

ساڳيءَ ريت لطيف سرڪار فرمائي ٿو؛

گھنگھريا گھڻ - جاڻ، مُوڙهي مَتِ مُهائيين،
ويا گڏجي ويرَ ۾، پيا مُنهن مهراڻ،
اڳيان پويان تاڻ، ويا ويچارن وِسري.
- گهاتو

يــا

ڪوهه ٿو ڪاڳر ڪورٿيين؟ وينو وجائين مَس،
ڏور تِتائين ڏس، آڪر جِتائين جُڙيا.
- يمن ڪلياڻ

توڙي جو شاهه سائين، علم ظاهري توڙي باطنيءَ جو وڏو ڄاڻو ۽ پارکو هيو، پر عشق کان خالي علم جي مالڪ مُلن ۽ قاضين جي پت پڌري ڪندي حقيقي علم، جيڪو حضرت عشق عطا ڪري ٿو؛ تنهن جي اهميت ۽ افاديت تي زور ڏئي ٿو. ساڳي ڳالهه اسان جو هيءَ ذات ڏلي پڻ پنهنجي متئين شعر ۾ بيان ڪري ٿو، ته سواءِ عشق جي مَڪتب (جتان حقيقي عقل جا اکر يا ڏاهپ جڙي ٿي) ٻي هر درسگاهه مان پرايل عقل، مت ۽ سياڻپ ذريعي جڳ توڙي جيوَن جو ڳجهه نٿو لهي سگهجي. اهڙيءَ طرح سندس شاعري پنهنجين ڪلاسيڪي قدرن ۽ روايتن سان جُڙيل رهي، جديد شاعريءَ تائينءَ جو سندر سفر طيءِ ڪري، پنهنجي دوُر جي سماجي شعور ڪي ساڄاهي پنهنجو مقام ماڻيو آهي.

”ستايل“ سڪندر ڪنهن به روايتي درسگاهه جو سَند يافته ناهي، ليڪن ڪيس مڪتبِ عشق جي شاگرد هئڻ جو شرف حاصل رهيو آهي؛ ۽ سندس هيءَ تخليقي ڪارنامو ان جو ئي نتيجو آهي. ان مان اها حقيقت پڻ عيان ٿئي ٿي ته ڪنهن به ذات ڏليءَ لاءِ صاحبِ علم هئڻ ضروري ناهي؛ البته ڪيس عرفانِ ذات ۽ عشق جو عطا ڪيل سماجي شعور هئڻ لازم آهي. جنهن جي ثبوت طور سندس هن شعري مجموعي مان ڪوڙ سارا شعر مثال طورِ پيش ڪري سگهجن ٿا، جيڪي نه فقط عصري تقاضائون پوريون ڪن ٿا، پر ادبي حوالي سان مختلف تحريڪن جا عڪس پڻ منجهن جڳهه جڳهه

تي ملن ٿا: مثلاً رومانيت، قوميت، ويدانت يا تصوف، تجريديت، وجوديت وغيره، انهن مان نموني طور ڪجهہ مثالي شعر هيٺ ڏجن ٿا:

ڳُل تي ڳوڙها، خواب اڌورا،
آخر پاڻو اڪين ڇا هي؟

--

ڳالهہ ٿوري يا گهٽي پر پاڻ ۾،
ڪنهن طريقي معاملو نبري وڃي.

--

لفظ پنڪن پيا ڪٿي آهي اياز؟
اڄ بہ جذبن کي ڪويءَ جي آ تلاش.

--

ذري ڳالهہ بٺي جي ڪٺ تي پُڄائن،
اسان جي جماعت ۾ اهڙا بہ آهن!

--

پَراوَن تي ڪهڙيون ميارون ڪرين ٿو؟
خبر پٺي تہ پيرن ۾ پنهنجا بہ آهن!

--

هاڻ سنڌوءَ جو وڃي نالو بچيو،
تون وڃائين وقت پيو تڪرار ۾!

--

هن کي ضمير ڪهڙو؟ هن کي کپي ٿي ڪُرسي!
هن قوم جو تہ دشمن، آ سنڌ جو وڏيرو.

--

هي اُنيرو اڄ بہ ساڳيو آ مڪر،
تو لٿڻ لئہ روز بدلي چال پيو!

--

تون تہ سنڌوءَ جي ڪرين پيو ڳالهہ پر:
سو هِتان جي "ڪافرن" پيلي ڇڏيو.

مٿيان سمورا مثالي شعر سندس غزلن مان کنيل آهن، پر هن تقريباً سمورين مروجه شعري صنفن سان پرپور نڀايو آهي. سندس نظمن ۾ "سازش"، "اسين سڀ اياڻا"، "سنڌوءَ"، "سنڌ نامو" قومي حوالي سان شاندار نظم آهن. سندس ڪي نظم مثلاً "عجب آ ڪهاڻي" ۽ "امن جو گيت" ته نصاب ۾ شامل ڪرڻ جوڳا آهن. "ستايل" سڪندر جي هِن شعري مجموعي "ڏکوئيندڙ اُهڃاڻ" ۾ غزل، نظم، ترائيل، پنجڪڙا، چوسٽا، بيت، وايون، ڏيڍ سٽا ۽ ٻيون (شعري صنفون) موجود آهن. ڏيڍ سٽو، جيڪو پنهنجي هيئت ۾ حضرت شيخ اياز رحه جي ڏيڍ سٽي کان مختلف طور لکيل آهي، ان بابت آءٌ اهو چوندس ته ان صنف جي خالق جي جوڙيل هيئت بنسبت "ستايل" جي لکيت يا گهاڙيٽو وڌيڪ قابلِ قبول آهي. جو ته ڏيڍ سٽو پنهنجي بيهڪ/ هيئت ۾ "ڏيڍ سٽ" جي صورت ۾ ايئن ئي مناسب ۽ منطقي لڳي ٿو، جيئن هن صاحب لکيو آهي؛ ۽ اها ئي حقيقت سندس لکيل صنف "ٻولي" سان پڻ لاڳو ٿئي ٿي، جنهنجي هيئت پڻ تبديليءَ جي اهڙي ئي انداز جي متقاضي آهي.

"ستايل" سڪندر هُوندءَ ته مڙني شعري صنفن سان سٺو نڀايو آهي، پر غزل ۽ پنجڪڙي کي سعيد ميمڻ کان پوءِ ستايل ئي سونهن ڏئي سگهيو آهي. سندس پنجڪڙا پڻ ٻين صنفن وانگر فني توڙي فڪري طور مضبوط بنياد رکن ٿا، پر پنجڪڙي جي هيئتي ضرورت مطابق منجهس فڪري تسلسل سان گڏ، فني بيهڪ جي مَد ۾ پهرئين سِٽ جو آخري سٽ طور ورجاءُ نهايت ئي مَن موهيندڙ آهي. هيٺين پنجڪڙن ۾ ڪافي حد تائين وجوديت (Existentialism) جو ڏيک ملي ٿو:

اي ڇوڪرا! اڃا تون ننڍڙو ته ٻار آهين،
ڇا جي تڪڙ لڳي آ توکي وڏي ٿيڻ جي؟
پنهنجي ته ٻيءُ وانگي جلدي جڏي ٿيڻ جي!
ڪهڙو ڀلا ٻڌا تون ڌرتيءَ تي ٻار آهين؟
اي ڇوڪرا! اڃا تون ننڍڙو ته ٻار آهين!

--

نيايون پيا اجا هن کي، گلي جو هار بڻجي وئي!
نہ ساڳي سا رهي هائي، حقيقت هوڏ ۽ هَستي،
هلي وئي آ هٿن مان سا جواني موج ۽ مَستي،
نہ چاهيندي بہ اڄ آخر حياتي بار بڻجي وئي،
نيايون پيا اجا هن کي، گلي جو هار بڻجي وئي!

—

موت جهڙي چيز ٻي ڪائي نہ آ،
زندگيءَ جي ٿو ختم پِيڙا ڪَري،
پير پنهنجا ٿو جڏهن جنهن وٽ ڀَري،
هت رهڻ لاءِ ڪوبہ هنڌ جائي(آ) نہ آ،
موت جهڙي چيز ٻي ڪائي نہ آ.

يا وري سندس هيٺيون ڏيڍ سٽو پڙهو:

آ ڀَڪ لهي ويندي، انسان جڏهن مرندو:
سڀ ٿڪ لهي ويندي.

هيٺين چوِسٽن کي پڙهي اسان جي ووٽ وٺندڙن توڙي ڏيندڙن کان علاوه، ويچارن سياسي ورڪرن کي پڻ ويچارڻ گهرجي:

سنڌ سان ايڏي نڀي چا لئہ ڀلا؟
دِلَ ڪُرسيءَ سان لڳي چا لئہ ڀلا!
هينئن بہ ٿيندو، هونءَ بہ ٿيندو، ٿيو نہ ڪجهہ!
پيا هٿن خالي جهڳي چا لئہ ڀلا؟

—

چا چڏيندي باهہ جت آهي ٻري،
ڪاٺ چا پر لوهہ ٻيي ويندو ڳري،
فرد مرندا فرد ڄمندا پيا هِتي،
پر نہ ڄمندي قوم جا ويندي مري.

(آ) جائي = سچ تہ (سنڌ جي اترئين علائقي جي ٻوليءَ جو لفظ)

"ستايل" سڪندر جي شاعريءَ تي لکڻ لاءِ، جيڪر وقت اجازت ڏئي ۽ پڙهندڙ جي مجبوريءَ جو احساس نہ رهي تہ گهٽو ڪجهہ لکي سگهجي ٿو؛ جيڪو شاعر ۽ سندس شاعريءَ کي سمجهڻ ۾ مددگار ٿي سگهي ٿو. پر وقت جي تقاضا اها ئي آهي، تہ وڌيڪ تجزيي لاءِ پڙهندڙن کي دعوت ڏئي پڇائي ڪجي؛ ڇو تہ اڄ جو پڙهندڙ بلاشڪ باشعور ۽ چڱي مَني جي ساڃاهہ رکندڙ آهي.

ليڪن آخر ۾ بينجامن فرينڪلن جا سدا حيات لفظ لکڻ لازم لڳن ٿا، جنهن جي بقول؛

"جيڪر چاهيو ٿا تہ مري، سڙي، ڳري ڪيڻ وڃڻ بعد اوهان کي وساريو نہ وڃي، تہ پوءِ يا تہ پڙهڻ لائق ڪجهہ تخليق ڪريو، يا لکڻ لائق ڪي ڪم ڪريو."

– ۽ آئون سمجهان ٿو تہ "ستايل" سڪندر پنهنجي زندگيءَ ۾ بينجامن فرينڪلن جي قول تي عمل ڪندي، پڙهڻ لائق جو ڪجهہ تخليق ڪيو آهي، سو ڪيس مُني پڇاڻا ياد رکڻ لاءِ ڪافي آهي. باقي جيستائين لکڻ لائق ڪنهن ڪم ڪري وڃڻ واري صلاح جو تعلق آهي، تہ اُن ڏس ۾ پڻ اسان منجهانئس مايوس ناهيون.

– آسي زميني

"سليٽ"، دانشگاهہ/منصوريہ آستانو،
ٽنبو قيصر، ضلعو حيدرآباد.
جمعو 26 نومبر 2004ع

رايو

# گودڙيءَ ۾ لعل

تنبو قيصر سان منهنجو رشتو شروع کان وٺي اهڙو ٿي رهيو آهي، جهڙو پنهنجي اباڻي ڳوٺ پڊعيدن سان- پر هيءَ ڳالهه سن 2002ع جي آهي، جڏهن منهنجو شعري مجموعو ”ٽڏي اُس ٽِڪي چانوَ“ ڇپائيءَ جي شروعاتي مرحلن ۾ هئو. ڪتاب جا پروف پنهنجي لائق دوست، ٻوليءَ جي ماهر تاج جويو جي حوالي ڪيم، جنهن جي مصروفيت مون کي تنبو قيصر ۾ هڪ نئون دوست بخشيو.

تاج جويي ڪتاب جا پروف آسي زمينيءَ جي حوالي ڪيا، جنهن سبب مون کي تنبو قيصر ۾ هڪ اهڙو دوست ۽ آستانو مليو، جنهن جي مزاجاً مون کي غير شعوري طور تلاش هئي. اهو آستانو، جنهن کي ”سليٽ“ دانش گاهه تنبو قيصر سڏيو پئي ويو، تنهن منهنجو مذڪوره ڪتاب ڇپي پڌرو ڪيو ۽ جتي جي ادبي دوستن مون کي ڪراچيءَ جي ٿڪ لاهڻ لاءِ ماحول فراهم ڪيو. خاص طور ڊاڪٽر علي نواز نظاماڻي، آسي زميني، ستايل سڪندر، صوفي شوڪت، اشفاق احمد، فيصل فقير ۽ نورل فقير وغيره. چند ئي ملاقاتن دوران مون محسوس ڪيو تہ ”سليٽ“ جي گودڙيءَ ۾ جيڪي گوهر لڪِل آهن تن مان هڪ گوهرِ ناياب ”ستايل“ سڪندر بہ آهي. جنهن جي شاعري ٻڌي مون کي اڄ جا ناليِ چڙهيا شاعر ڄامڙا نظر ايندا آهن.

هن ڀيري ”سليٽ“ اشاعتي شعبي پاران سندس شعري مجموعي جي ڇپائيءَ جو ٻُڌي مون کي دلي راحت ملي؛ اُها ٻي ڳالهه آهي تہ سندس پاران ڪتاب جو انتساب منهنجي نانءِ ڪرڻ واري رمز منهنجي لاءِ سواليہ نشان آهي. اهو صاحبِ ڪتاب جو ذوق نظر آهي جو مون جهڙي فقير منش شاعر کي ايڏي وڏي اعزاز لائق ڄاڻائين.

منهنجي دُعا آهي تہ شال ”ستايل“ ۽ ”سليٽ“ جي ساٿين جي تخليقي صلاحيتن جي سگهہ، سنڌ ۽ دنيا وارن لاءِ چوٽڪاري جو ذريعو بڻجي.

منصور ملڪ
ڪراچي

رايو

# محبتن، محرومين ۽ مزاحمت جو شاعر

انساني فطرت ۾ ذهني پيڙاءَ ذريعي اندر جيڪا احساساتي پيچ ڊاهه ٽٽي ٽي، تنهن جا داخلي ۽ خارجي ٻه پهلو هوندا آهن. خارجي پهلوءَ ذريعي ڪنهن انسان کي جسماني طرح ايذاءَ ڏئي ان کي ذهني طرح ان حد تائين پهچايو وڃي ٿو، جنهن سان اندر جو غصو بغاوت جو روپ وٺي ٿو. جڏهن ته داخلي پهلوءَ ۾ انسان جسماني طرح آزاد هوندي به روحاني طرح قيد هوندو آهي. جنهن ۾ اندر جا احساس ٻرندڙ جبل جي لاوي وانگي هڪ وڏي سگهه جو روپ وٺي، مختلف صورتن ۾ ظاهر ٿيندا آهن، جنهن جي نتيجي طور ڪي انسان سماج ۽ مذهب کان باغي بنجي ويندا آهن. ڪي علامہ آءِ آءِ قاضي ۽ عرفان مهدي واري آتم هتيا واري واٽ جي چونڊ ڪندا آهن، هڪڙا ڏاڙيل بنجي ٻيلا وسائيندا آهن، ته ڪي وري اندر جي ٻرندڙ باهه کي ادب ۽ شاعريءَ جو روپ ڏئي، دونهي جون لاٽون ڪڍي سماج ۾ پنهنجي حيثيت جو تعين ڪندا آهن؛ پر اهو دونهون ڪو ڪٻڙ جي ڪاٺيءَ وارو ساهه کي ٻرسائڻ وارو نه، بلڪ اگربتيءَ وارو هلڪو، فضا کي معطر ڪندڙ انسان دوست دونهن هوندو آهي.

انساني حيات جي باري ۾ جڏهن سائنس جو ڪتاب کولجي ٿو، تڏهن انسان جي ارتقا جو سفر پٿرن جي دؤر کان شروع ٿيندڙ ڄاڻايو وڃي ٿو؛

جنهن ۾ اڳئين انسان کي حيوان سان تشبيهه ڏيڻ کان پوءِ وقت جي ڪلهن تي سفر ڪندي، ڪنهن مقام کي انساني ارتقا جي مڪمل هئڻ جي اهڃاڻ طور فل اسٽاپ لڳائي، اسان جي نصابي ڪتابن ۾ اهو جملو لکيو ويو ته: ”اڄوڪو انسان پنهنجي اصلوڪي يعني هاڻوڪي شڪل ۾ اچي ويو.“

اڄ هن وقت، جنهن مقام کي 21 هين صديءَ جو نالو ڏنو ويو آهي، ڪجهه دير پنهنجون مڙئي جسماني ۽ ذهني سرگرميون هڪ طرف رکي ڪو ديوانو پرهه ڦٽيءَ ويل ايرندڙ سج جي پهرئين ڪرڻي کان اهو سوال پڇي ٿو ته، ’ڇا انسان واقعي هڪ مڪمل انسان بنجي ويو آهي!؟‘ جنهن تي ڏينهن جي پڇاڙي ويل اهوئي ڪرڻو لهندڙ سج جو آخري ڪرڻو بنجي، بنا ڪو جواب ڏيڻ جي اُفق جي هن پار هليو ٿو وڃي! جنهن کان پوءِ وري هو ساڳيو سوال، اڌيءَ رات ڪنهن سندر ناريءَ جي ان ڪاري رَئي جيان نظر ايندڙ آسمان تي، ٽم ٽم ڪندڙ ستارن کان پُڇي ٿو، جنهن تي معصوم ٻار جيان مرڪندي نظر ايندڙ ستارا پاڻ ۾ سرگوشيون ڪرڻ لڳن ٿا! ڄڻ ديواني جي اهڙي عجيب سوال تي کلندا هجن! ايتري ۾ چنڊ کي بلڪل ويجهو رهندڙ ۽ وڌيڪ چمڪندڙ ستارو ديواني سان مخاطب ٿئي ٿو: ”تو وارو انسان جيتوڻيڪ ظاهر ۾ مڪمل آهي، پر اندر ۾ هو اڃا تائين اڌورو آهي؛ ۽ شايد اڳتي لاءِ به اڌورو ئي رهي. اونداهين راتين ۾ سندس ڪلور ڏسي، ڏينهن جو وڌيڪ ڪجهه ڏسڻ جي سگهه ئي نه سهي سگهندا آهيون؛ ۽ اهو ئي سبب آهي جو اسان رات جي پڇاڙيءَ جي پهر جي پڇاڙيءَ تي وقت جون واڳون سج جي حوالي ڪري هليا ويندا آهيون.“

اهو چئي اهو ستارو وڌيڪ چمڪي مرڪڻ لڳندو آهي. ان کان پهرين جو جواب حاصل ڪندڙ ديوانو ڪجهه وڌيڪ چئي، ايتري ۾ ڪٿان ڪنهن طرف کان ڪو آواره ڪڪر اچي، ستاري جي مٿان پردو ائين اچي وجهي ٿو، جيئن ڪا شرميلي ناري ڪنهن ڳڀروءَ ڏانهن پيار جي پهرين نهار نهارڻ کان پوءِ، ڪجهه شرم مان ۽ ڪجهه ناز مان چهري کي رئي جي پردي ۾ لڪائي ڇڏيندي آهي.

هونئن ته سماجي لحاظ کان ڪيترائي انسان جانبه وچ ۾ جيئن ٿا، پر هر انسان جسماني طرح هڪجهڙو هئڻ جي باوجود روحاني طرح هڪ ٻئي

ڪان مختلف آهي. هڪڙن جي اڳيان جيئڻ عياشي آهي تہ ٻين جي لاءِ مجبوري؛ ڪن لاءِ زندگي نعمت آهي تہ ڪن لاءِ سزا! جيتوڻيڪ ڀاڱي جي ڀلائيءَ/ برائيءَ وارو فرق ان ڏينهن کان ئي شروع ٿي ويو هو، جڏهن ڪو ٻار حڪمران جي محل ۾ اک کولي ٿو، تہ ڪو هاريءَ جي جهڳيءَ اندر! دراصل ان وقت ئي طبقاتي فرق جي ٺهندڙ ديوار جو بنياد پئجو وڃي، ۽ پوءِ اها ديوار هر نئين ايندڙ ڏينهن سان وڌيڪ اوچي ٿيندي ويندي آهي.

طبقاتي حوالي سان احساسِ محروميءَ جو شڪار نوجوان ڪٿا واٽ ڳولڻ چاهي ٿو، جنهن تي هلي هو ان منزل تي پهچي، جتي طبقاتي فرق سندس آڏو گوڏا کوڙي ڇڏي. اهو سوچي هو پنهنجي اندر لڪل صلاحيتن کي استعمال ڪرڻ لڳي ٿو، تہ خبر پئي ٿي تہ سندس اندر ۾ ذات جي راڻي پڻ گهر ڪيو ويٺي آهي؛ جنهن کي راضي ڪرڻ سان هو پنهنجو مقصد ماڻي سگهي ٿو ۽ تڏهن نوجوان جي وڌيڪ تڙپ ڏسي، اها ذات جي راڻي مٿس مهربان ٿي پئي ٿي؛ ۽ ائين هڪ Ordinary انسان Extra Ordinary بڻجو وڃي. پوءِ حاصلات واري منزل تي پهچي طبقاتي فرق کي هڪ ٺوڪر سان اڏائي ڇڏي ٿو. اصل ۾ اسان جي نام نهاد معاشري ۾ سماجي قدر، انتهائي گهٽيا درجي تي هئڻ سبب، ظاهري ڏيک ويک ڏسڻ سان ئي ڪنهن جي حيثيت جو تعين ڪيو ويندو آهي. جڏهن تہ ان جي ابتڙ ڪنهن بہ قسم جو ڪردار [عمل] ئي اصل ۾ انسان دوستيءَ جي قدر جو تعين ڪندو آهي. جيڪڏهن ان جي ڪردار ۾ اتم ۽ اعليٰ گڻ آهي تہ هو بلڪل پنهنجي عظمت جي رتبي جو لائق آهي. پر هتي ڪنهن طويل بحث کان هٽي ڪري صرف اهو ٻڌائڻ ٿو چاهيان، تہ جڏهن ڪو ڪمزور وجود پنهنجي ڪنهن اعليٰ صلاحيت وسيلي پنهنجو هڪ مقام ٺاهي وٺي ٿو، تڏهن ان جي اها حيثيت ان وڏيري جي پٽ کان سؤ ڀيرا وڌيڪ هجي ٿي، جنهن کي سندس حيثيت ورثي ۾ ملي ٿي. اسان جي معاشري جي هزار خرابين مان هڪ خرابي اها پڻ آهي، جنهن ۾ حيثيت جي خيرات ورثي ۾ ڏني ويندي آهي- پر اهو سڀ ڪرڻ لاءِ ڪيس داخلي طرح وڏا ڪشالا ڪڍڻا پوندا آهن. اندر جي احساسن کي لفظن جو روپ ڏئي، ڪنهن سُن ٿي ويل سماج کي پنهنجي ڪاوش وسيلي ذات جي

گرمي ڏني هڪ نئين روح ڦوڪيو پئي ٿو؛ جيڪو اڳتي هلي شعور جي اهڙي شمع روشن ڪري ٿو، جيڪو مستقبل جي نسل جي رهنمائي ڪرڻ لڳي ٿو.

مون کي خبر ناهي ته سڪندر پنهنجو تخلص ”ستايل“ ڪيئن ۽ ڇو رکيو آهي، پر جڏهن ڪجهه وقت جي لاءِ ان لفظ تي سوچيان ٿو ته اندر ئي اندر کيس داد ڏيڻ لڳان ٿو. بظاهر ڪٿي اهو هڪ عام لفظ نظر اچي ٿو پر پنهنجي گهرائيءَ ۾! اهو هڪ طويل معنيٰ خيز مطلب رکي ٿو. ڏٺو وڃي ته دنيا ۾ رهندڙ تقريبن هرڪوئي انسان ڪنهن نه ڪنهن جو ستايل آهي. ٽنڊي ٽيمر جي بنير ڪنهن رٿابنديءَ جي نهيل آڏين اُبتين گهٽين ۾ راند سان گڏ شرارتون ڪندڙ ڪالهه جو ٻالڪ ۽ اڄ جو..... ٻارن جو پيءُ سڪندر ”ستايل“، سماج جي هيٺئين طبقي سان تعلق هئڻ ڪري، پنهنجي طبقي جي ٻين نوجوانن وانگي جيتوڻيڪ شهر ۾ هڪ غير معروف ماڻهو هو، پر جڏهن کان ذات جي راڄي مٿس راضي ٿي، تڏهن کان کيس ان منزل جي واٽ ملي وئي، جنهن تي هلي ڪري هو پنهنجي ذاتي ۽ قومي احساسِ محروميءَ جو اظهار ڪرڻ لڳو- نه رڳو ايترو بلڪ اڃا اڳتي، هُن، غاصب قوتن جي ناهيل ٽڪساڻ مٿان احساسن جي بارود سان ڀريل لفظن سان وڏا وار ڪيا.

ستايل جي فني زندگيءَ کي جيڪڏهن هڪ جملي ۾ سمائجي ته پوءِ ان کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو خوبصورت جملو جڙندو، ته سڪندر محرومين جي احساسن مان جنم وٺندڙ پيار ۽ مزاحمت جو اهو شاعر آهي، جنهن پنهنجي محبوب ۽ پنهنجي سنڌ کي هڪ ئي نظر سان ڏٺو آهي؛ ۽ بغير ڪنهن لالچ جي، اونداهين راتين ۾ ذات جا ڏيئا روشن ڪيا آهن. ”ستايل“ سڪندر پنهنجي ننڍڙي وجود اندر جسماني طرح ڪمزور، پر روحاني طرح سگهارو نظر اچي ٿو. ان ڳالهه ۾ ڪوبه وڌاءُ ناهي ته سڪندر مون کي شهر جي ان وياج خور واپاريءَ کان وڌيڪ عظيم لڳي ٿو، جنهن جو دين ڌرم صرف دولت گڏ ڪرڻ آهي؛ ۽ جنهنجي لاءِ هر مسڪين ۽ ابوجهه کي قرضن جي کوهن ۾ قابو ڪري ٿو.

بلاشڪ قومن جي تهذيب، ثقافت، تاريخ ۽ ٻوليءَ جا وارث اديب ۽ شاعر ئي هوندا آهن، جيڪي بي ضرر (ڪنهن کي نقصان نه ڏيندڙ) هئڻ جي باوجود ڪال ڪوٺڙين اندر واڙيا ويندا آهن. هنن لاءِ سندن سچ وڏو ڏوهه

بنجي ويندو آهي. جڏهن هڪ اشاري سان توبن جا منهن کوليندڙ جنرل نهايت هيٺئين طبقي سان تعلق رکندڙ ڪمزور شاعر جي ڪنهن هڪ سِٽَ جي سَٽَ سهي نہ سگهندا آهن، ۽ جڏهن ڪنهن جا ٻول ڪنهن آمر جي ننڊ ڦٽائڻ لڳندا آهن، تڏهن ان مهل، ها بلڪل ان ئي مهل هڪ قوم پنهنجي تاريخ جو سنهري باب لکڻ لڳندي آهي؛ ۽ اُهي مزاحمتي ڪردار، عظمت جي اوچائين تي نظر اچڻ لڳندا آهن.

جيتوڻيڪ آئون شاعر ناهيان جو "ستايل" سڪندر جي شاعريءَ جي بحر وزن جي حوالي سان ڪجهہ ڳالهائي سگهان، پر هڪ ڳالهہ طئي آهي تہ سندس خيالن جي گهرائي ۽ لفظن جي معنيٰ جي وسعت سبب، ڪيس تئين ٿهيءَ جي شاعرن جي فهرست ۾ شروعاتي نمبرن ۾ رکي سگهجي ٿو. ممڪن آهي تمام گهڻ ڇيڇڙ ڪري "ستايل" سڪندر سنڌ وارن لاءِ نئون هجي، پر سندس خيالن جي اوچائي ۽ شاعريءَ جي ٽيڪنيڪ تي مڪمل گرفت، "ستايل" سڪندر کي اڄ جي نام نهاد نامور شاعرن کان مختلف نہ، بلڪ تمام گهڻو مختلف ۽ الڳ ڪري ٿي. سڪندر جو هيءُ مجموعو، جنهن ۾ لفظن جي صورت ۾ پيار جا اُهي گل آهن، جن جي سرهاڻ تمام جلد سنڌ جي هر ڪنڊ ۾ ڦهلجي ويندي، ۽ ان کان سواءِ سنڌ جي مزاحمت واري شاعريءَ ۾ هڪ نئون ۽ موثر آواز پڻ شامل ٿي ويندو؛ ها، بلڪ هي اُها ئي منزل آهي جنهن جا خواب هر شاعر ڏسڻ لڳندو آهي.

ڪنهن دانشور ڪيڏي نہ خوبصورت ڳالهہ ڇئي آهي تہ پنهنجا لفظ تہ هرڪوئي ڳالهائيندو آهي، پر عظمت اُن ۾ آهي جو اوهان جا لفظ ٻين جون زبانون ڳالهائڻ لڳن.

– علي احمد نظاماڻي

ٽنڊو قيصر
8 سيپٽمبر 2004ع

# ذڪر درد ونڊي ديس جي هڪ السٽي شاعر جو

اسان جي هن (سٽايل) سڪندر جو نالو رومانوي معنيٰ رکي ٿو، پر تاريخ ۾ هڪ سڪندر اهڙو بہ ٿي گذريو آهي، جنهن هزارين سال اڳ مغرب ۽ مشرق کي ستائي ماريو هو. ليڪن اُها هزارين ورهيہ اڳ جي دؤر جي ڳالهہ هئي؛ هي اڄوڪي دور جي سڪندر جي ڳالهہ آهي. مون کي اُهو اتفاق حاصل آهي تہ آئون بہ سائس گڏ هن دؤر جون عقوبتون برداشت ڪري رهيو آهيان. اڄوڪو سڪندر هن دور جي عقوبتن کي پنهنجي خوبصورت شاعريءَ جي مالائن ۾ پرڻي ان جي هڪ تاريخ رقم ڪري رهيو آهي. ان حوالي سان مٿس جيڪا ذميداري عائد ٿئي ٿي، سا هو چڱيءَ ريت انجام ڏيئي رهيو آهي؛ ان ڪري پڙهندڙن کي ڪتاب پڙهڻ کان پهرين اهو ذهن نشين ڪرڻ کپي تہ هي سنڌ جو هڪڙو اهڙو شاعر آهي، جنهن ايئرڪنڊيشنڊ بنگلن يا روالونگ چيئر تي ويهي تصوراتي شاعري نہ ڪئي آهي، پر هن سڀ ستم ذاتي طور ڀوڳي لکيا آهي. اوهان ڪيس روبرو ڏسڻ سان بہ ان جو اندازو لڳائي سگهو ٿا.

اتفاق سان "سٽايل" ان دور جي پيداوار آهي، جنهن ۾ سنڌ پنهنجن ۽ ڌارين جي بي رحم ڪرتوتن سبب ڀوڳي رهي آهي. "سٽايل" اهڙي وقت جو شاعر آهي، جو جنهن ڌرتيءَ تي هو رهي پيو سان ناانصافيءَ جي تاريخي دؤر مان گذري رهي آهي. گذريل ڪن ڏهاڪن کان شهرن اندر لساني ويڙهہ ۽ اندرون سنڌ لُٽ مار جو چيچ نامي ڪان وٺي هيستائين ڪوبہ مثال نٿو ملي. "سٽايل" جي شاعري انهن سمورن ضربن مان ڳاڙهسري ٿي نڪتل شاعري آهي. تنهن ڪري جتي اوهان کي معشوق جون ادائون ملنديون، اتي هن جي شاعريءَ ۾ هن دؤر جي اُها پيڙا بہ ملندي جنهن هن جو روح رهڙيو آهي، ۽ جيڪو عذاب هن پنهنجي اکين سان پَسيو ۽ وجود تي وَسايو آهي.

پڙهندڙن کي اهو هرگز وسارڻ نہ گهرجي تہ شاعري ۽ شاعر جي

زندگيءَ سندس تهذيب ۽ دؤر جي ترجمان هوندي اهي. سندس شاعريءَ ۾ جيڪڏهن توهان کي ڪٿي بہ ڪو عيبو لفظ يا سٽ نظر اچي تہ ائين هرگز نہ سوچجو تہ اها شاعر ۾ ڪا خامي آهي. بلڪ هي اُها ڪيفيت آهي جيڪا تخليقڪار جي اندر پيدا ٿيل نفرت جو هڪ انداز ۽ اظهار آهي. بهترين شاعر هميشه سنجيده ۽ حساس رهيا آهن. وقت ۽ حالتن جي درد ناڪيءَ کي بيان تہ هر انسان ڪري ٿو، ليڪن پنهنجن پنهنجن لفظن ۾– لکندڙ ۽ عام ماڻهوءَ ۾ اهوئي فرق آهي جو قلم ڪار ان کي چيري ڦاڙي ان کي اهڙو سبق ٿو ٻڌائي، جو اهو سدا لاءِ مثال ٻڻجو وڃي. ستايل جو مثال شاهہ سائينءَ جي هن سٽ جيان آهي. ”ڇايس تان سور، سامايس تان سک ويا“. اهو ئي سبب آهي جو هن پنهنجي شاعريءَ ۾ هر طرح جي قومي الميئن کي رقم ڪيو آهي. جتي چور ۽ ڀاتاريدار ڪروڙن ۾ ڪيڏن ۽ معتبر ليکجن، خوني معاشري جا آئيڊيل ٻڻجي وڃن ۽ خود معاشري ۾ 90 فيصد نئون نسل حرام جي پيسي مان پليل هجي، ۽ جتي جا پنج وقت نمازي، حاجي ۽ زوار ڪوڙا قسم ۽ ڪلما پڙهي کڻن... ٿورن لفظن ۾ جتي رڳو گڏهہ نوازيل هجن، اتي ستايل جي شاعريءَ ۾ ”ڪامان پچان پچاران، لُچان ۽ لوچيان“ ڪانسواءِ ٻيو ڇا ٿو ملي سگهي!

سنڌي سماج هن وقت هڪ طرف پنهنجي ئي اندر ۾ تعصب ۽ نفرت، هڪبئي خلاف بي سبب منفاقت ۽ ڪارو - ڪاري ۽ مڪاري، ڪارنهن، سڱاوتي ۽ ٻين جهالت وارين اجاين گهٽيہ رسمن کي زنده رکڻ لاءِ ٿيندڙ قبائلي ويڙهہ واري انتهائي انڌوناڪ دؤر مان گذري رهيو آهي، تہ ٻئي طرف سنڌي قوم ايتري بي حس ٿي ويئي آهي جو ماءُ، پيءُ سنڌي هوندي بہ اولاد سان اوپري ٻولي ڳالهائين ٿا، سندن اولاد تہ سنڌي ڄاڻي ئي نٿو! انهن حالتن ۾ ستايل سڪندر جهڙو شاعر سنڌ جي ڪيفيت جي کهڙن رخن ۽ پهلوئن تي پنهنجي شاعريءَ جا پها رکي؟ اهو ڪنهن ننڍي تہ ڇا ليڪن وڏي شاعر لاءِ بہ شايد ئي ممڪن هجي. تنهن ڪري هن پنهنجي قلم جي نوڪ کي باز جي چنهب جيان تيزو ڪري شاعري لکي آهي. سندس شاعريءَ جو اهو ئي ڪمال آهي، جو اُها ڪنهن بيمار کي ويج جيان ۽ ڪنهن رهزن کي آئيني جيان منهن ۾ لڳي ٿي. اهو ئي سبب آهي جو هن ڪتاب ۾ شاعر بدعنوانن جا ٻُت ۽ نقاب کولي، سندن بکيا ادبيڙي ڇڏيا آهن. اهو سيني پڙهندڙن لاءِ هڪ نئون ۽ انوکو پاسو آهي، جو تہ هن کان پهرين شاعريءَ ۾ اهو سڀ

ڪجهہ يا تہ علامتي انداز ۾ لکيو ويو اهي، يا وري ان کي پنهنجي نام نهاد پرم جي پاسداري خاطر ايترو اُجاگر نہ ڪيو ويو آهي. ليڪن هتي شاعر ان کي عام فهم لفظن ۾ واضح طرح بيباڪيءَ سان اُجاگر ڪيو آهي. منهنجي نظر ۾ سنڌ ۾ اهڙا ڪيترائي گمنام شاعر آهن، جن جي شاعري ڏاڍي ديده دليريءَ سان لکيل آهي؛ ليڪن افسوس جو ان کي اشاعت ذريعي منظر تي آڻڻ جو جگر ڪنهن بہ پبلشر وٽ ڪونهي. ستايل جي شاعريءَ ڇپجڻ جا پڻ اسان کي پري پري تائين ڪي آثار بہ نظر ڪونہ ٿي آيا، پر چوندا آهن تہ رب راضي تہ سڀ راضي، ۽ نيٺ رب پاڪ هن ستايل جي زخمن تي پها رکيا. ان ڏِس ۾ ڊاڪٽر منصور ملڪ ۽ "سليٺ" سٺ ٻَس لهٽي، جنهن هن نيڪ ڪم کي تڪميل تي رسايو.

ستايل جي زندگيءَ تي خاڪو لکڻ کان پهرين اهو سوچڻ ضروري آهي تہ ستايل ڪهڙي طبقي جو فرد آهي. بقول ڪنهن ڏاهي جي تہ طبقا فقط ٻہ هوندا آهن هڪ ٻکيو ۽ ٻيو سکيو. بدقسمتيءَ سان اسان جو طبقو پهريون آهي. بدعنوانيءَ جي هن دور ۾ انساني قدرن جي ڏاڍي بي رحمائي طريقي سان پائمالي ٿي رهي آهي. سکيئي کي هاڻي ٻکيئي جو ذرو بہ احساس نہ رهيو آهي. هاڻوڪي تهذيب، شينهن، ٻگهڙ، گدڙ، لومڙ ۽ سوئر کي تہ هڪ ئي ٽب ۾ پاڻي پياري ڇڏيو آهي، ليڪن ٻڪري ويچاريءَ لاءِ ڪو پٽڻ بہ پاڻي پيئڻ لاءِ محفوظ ڪونهي!

ڪتاب ڇپجڻ هر ڪنهن غريب ليکڪ جو وڏو خواب رهيو آهي. سنڌ جا ڪيترا ناميارا ليکڪ سموري زندگي لکندا رهيا، ليڪن حياتيءَ ۾ ڪتاب ڇپجڻ ۽ ميڄتا جي آسن ۽ اُميدن جي خوابن ۾ حياتي پوري ڪري، هميشہ لاءِ رڻ جا راهي بڻجي، اَبد جي ننڊ سمهي رهيا؛ پر ان جي ابتڙ ستايل وڏو خوشنصيب آهي جو هو شعر و ادب جي تاريخ جي دنيا ۾ جيئري داخل ٿي رهيو آهي، جنهن جي هن سان گڏ اسان سڀني کي خوشي آهي. هو پنهنجي شاعريءَ جي مالڪن کي ڪتابي صورت ۾ پَسندو، سا ڳالهہ اڳ سندس گمان ۾ بہ ڪانہ هئي. پر اهو سڀ ڪجهہ ستايل جي سچ، سهپ ۽ صبر جو ثمر آهي، جيڪو اڳتي بہ لازمن رنگ لائيندو.

— غلام رسول نظاماڻي

گلفام هائوس،
ٽنڊو قيصر.

چَهرا پَيا بدلجن، انسان ساڳيو آهي،
هر گل جي خوشبوءِ پنهنجي، گُلدان ساڳيو آهي.

اڄ ٻي اُها عدالت، عادل نئو ڏسان مان!
قيدي پيا روز مَٽجن، زندان ساڳيو آهي.

تلوار توپ ائٽم، تحفظ ٿيا تہ ڪنهنجو؟
اڄ ٻي تباهيءَ جو هي، سامان ساڳيو آهي!

تُنهنجا بہ سُور ساڳيا، مُنهنجا بہ سُور ساڳيا،
دردن جو سڀ جي دل ۾، ديوان ساڳيو آهي.

ايمان آهي مهمان، مهمانَ جي عزت ڪر!
ايندو ڪڏهن ڪڏهن آ، ايمان ساڳيو آهي.

ويچن جي وس ۾ هوندي، داروُن نہ ڪا دوا ٿي،
اڄ ٻي غمن ۾ هرڪو، غلطان ساڳيو آهي.

هي حُسن جون هلائون - ۽ عشق جو تماشو،
سُورن سندو "ستايل"! سامان ساڳيو آهي.



جِيوَن رُت جي رات انڌاري،
ڪنهن بہ نہ مُرڪي شمع ٻاري.

ڪيڏي خوشبوءِ روز هوا ۾،
گُل ٽڙيل ها تاريءَ تاري.

هولي آئي هولي ويئي،
ڪنهن جي گهر ۾ روز ڏياري.

موتي سارا لهر ڪٽي وئي،
باقي مُٺ ۾ خالي واري.

ڪيڏا جڳ ۾ چنڊ ڪڙيا پر!
رات اڃا پي ڪاري ڪاري.



وقت ماڻهوءَ سان ڪري ڇا حال پيو،
آدمي ڏس پوءِ بہ ميڙي مال پيو!

هر گهڙي ڪانئو هميشه پيو ڦري،
ڏينهن سيني جا ڳهتي گهڙيال پيو.

هي لُٽيرو اڄ بہ ساڳيو آ مگر،
پر لُٽڻ لئہ روز بدلي چال پيو.

ڳالهہ چوندي ئي زَبان رُڪجي ويس،
ڇا نہ لفظن ۾ وڏو هڪ خال پيو!

ڪيئن ٻڌايو ڏس جهان کي سنگتراش،
مورتيءَ تي ڇڻ مَڙهيو آ لال پيو!

ٿو لڳي دل ۾ اڃا ڪجهہ بيو اٿس،
ڳالهہ چوندي ئي لڪائي ڳالهہ پيو.

وَهت کي کُهندو رهيو هو بيدپو،
پل نہ هن کي ڪُجهہ خدا جو خيال پيو!

هِن حياتيءَ کان بہ وڌ ڪو بيو عذاب؟
هڪ "ستايل" ٿو پڇي هيءُ سوال پيو.



اکين ۾ انقلاب آهي،
غلامي بي حساب آهي.

گهٽا گهيرا پيا ڦٽکن،
وري آيو عُقاب آهي.

جي تنهنجو سوال سُوري آ،
تہ سِر منهنجو جواب آهي.

بغاوت گر گناهہ آهي،
ڇا خاموشي ثواب آهي؟

چوڻ جي پُڇ ڏاري مون،
زبان تي بي نقاب آهي.

قفس ۾ آ جيئڻ ڪهڙو؟
اگر آهي عذاب آهي.

نئين تاريخ نهٽي آ،
نئون تيو انتخاب آهي.

”ستايل“ ساپيا تيندو،
ڏٺو جيڪو تو خواب آهي.



ڪڏهن انتظاري ڪڏهن بيقراري،
اسان زندگي بس ائين آ گذاري.

اميدن جا موتي ڪِري پيا هٿن مان،
بچيل آهه باقي فقط مُٺ ۾ واري.

نہ ظالم سان سرچاڻ نہ ايري تي آڪڙ،
نہ غُربت ڪان نفرت نہ دولت سان ياري.

مُقدر جي وڻ ڪي وڏو واءُ ڏوڏي:
ٽُٽي پئي اِجهو جاڻ قسمت جي ٽاري.

اجا خواب پنهنجا فقط خواب آهن،
حقيقت جي آڏو اجا رات ڪاري.

اجا جاڳ ۾ ڪا وڏي جهاڳ آهي،
اجا وک اڳتي اجا پنڌ جاري.



روئاڙي سگهين تو کِلائي تہ ڏس تون!
ٽُٽِي دل آ ڪنهن جي مِلائي تہ ڏس تون!

چَڙهيي جو تہ سيڪو سلامي پري ٿو،
ڪريل ڏي قدم ڪُجهہ وڌائي تہ ڏس تون!

ٻين جون برائيون ٻڌائين تہ وينو،
ڪڏهن پاڻ ڏي ٻي چِتائي تہ ڏس تون!

وڌائيندي جيڪر وڌي آگ ويندي،
ٻہ ٽي لُڙڪ هاري اُجهائي تہ ڏس تون!

نہ ڪنڊن جي بدلي ۾ ڪنڊا وڇائج!
گُلن ساڻ راهُون سجائي تہ ڏس تون!

رڳو نفرتن جون نديون پيو وهائين،
ڪو چاهت جو چشمو وهائي تہ ڏس تون!

زماني جو ڪوئي "ستايل" جي آهي،
گلي سان اُنهيءَ کي لڳائي تہ ڏس تون!



تيا ڏينهن ٽڏا رات ٽري مند وري آ،
ڪيڏي تہ حسين رات ستارن سان ڀري آ!

راهُن ۾ هُجي چنڊ ۽ ٻانهن ۾ هجين تون،
سؤلي تہ چوڻ آهہ مگر ڳالهہ ڳري آ.

آ ماڪ وٺي ٻاڪ ڦٽي صبح ٽٽي پيو،
تنهنجي بہ اچڻ جي تہ وٺي ويل ٽري آ.

نفرت جي هوائن سان اُجهائي آ وٺي چو،
جڏهن بہ ڪٿي پيار جي ڪا جوت ٻري آ.

ڇا لاءِ خزائن ۾ ڇٽي ڦول وجن تا،
مَس مس تہ گلن ساڻ هي جهولي مون ڀري آ.

ڏس ڇيٽ منجهان سَرنهَن جي سُرهاڻ اچي پٽي!
ڪيڏي تہ اُتر واءُ ڪئي جادو گري آ.

آڪاش متي آهہ وري ڪونج اُڏاٽي،
هن ويل "ستايل" جو پيو هاڻ ڏري آ.



جيڪا تو تڙ پائي آهي.
سا بہ تہ ڪنهن جي جائي آهي!

تو ڪان هُن خيرات گُهري پئي-
۽ تو اک ملائي آهي!

آخر ڪهڙي مجبوريءَ ڪان،
جهولي هُن ڦهلائي آهي!

نالو ڪاريءَ جو ڏئي تو هوءَ،
ڪُهاڙين سان ڇچلائي آهي!

هڪڙيءَ کي طلاق ڏئي تو،
ٻيءَ سان راند رچائي آهي!

اڄ بہ عُمَر جو ويس مَٽي ڪنهن،
پنهنجي تڇ لڄائي آهي!

گُل تيڻ ڪان اڳ "ستايل"!
مُکڙي چو مُرجهائي آهي!



سيئي سپنا سيئي سوچون، وري ويراڳ بڻجي ويون،
هيون آسان راهون پر، اسان لئہ جهاڳ بڻجي ويون.

اڪيلائيءَ جي منظر ۾، لڳي هر ياد توهر تي،
الا! هي چنڊ جون راتيون، اڪين جي جاڳ بڻجي ويون.

نہ ڪو رهبر نہ ڪو رستو، هتي هرڪو اڪيلو آ،
اسان جي قوم جو واڳون، ائين ڇڙواڳ بڻجي ويون.

ڪٿي ڏِس وَر پيا ڪسجن، ڪٿي ٻاِر ڪٿي پيٽيُون،
دکي هِن ديس جون ناريون ڏکيون ڏهاڳ بڻجي ويون.

نہ ڪِي سُر ۾ ڪڏهن آيون، نہ ئي ڪنهن ڳائڻي ڳايون،
اسان جا گيت ۽ وايون، ائين بي راڳ بڻجي ويون.

گهڙيون جيڪي گُهريون سين تي، گهڙيون سي گهاءَ تي آيون،
"ستايل" ساعتون اڄ سي، اندر جي آڳ بڻجي ويون.



جا راهہ وٺي ٻي صُبح ويس، تنهن راهہ اندر ٿي شام وئي،
مون کي تہ ڏکن جي رات ڏٺي، ٿي شام بہ ڪنهن جي نام وئي.

هو چاندوڪيءَ جو روپ وٺي، آ جاڳي منهنجي نيڻن ۾،
پر چاهت جي تہ چڪور منجهان، اڄ ساڳي سا تہ اُڏام وئي.

پيا هلندي هلندي پير ٿڪي، پر منزل جو پيو ڪونہ پتو،
ڪٿ رسبو ڪائي ڪَل نہ آ، ٿي عُمر ائين گمنام وئي.

هو تيز اُڏارون جوين جون، ڇڻ ڪو تہ هوا جو جُهوٽو هو،
اڄ ياد جوانيءَ جي آئي، ڇلڪائي اکين مان جام وئي.

جو گذريءَ کي ٿو ياد ڪرين، موٽي نہ "ستايل" ايندس مان،
اڄ هِير وٺي جي آهہ وري، ڏٺي ماضيءَ جو پيغام وئي.



مؤت کان اڳ زندگيءَ جي ڳالھ ڪر!
پوءِ يلي تون بندگيءَ جي ڳالھ ڪر!

جو هليو ويو سو نہ موٽيو آ ڪڏهن،
يار! جيئري آدميءَ جي ڳالھ ڪر!

نانگ نفرت جو ڪڏي ڇڏ دل منجهان،
دوست ٻڌجي دوستيءَ جي ڳالھ ڪر!

هر طرف تُنهنجي اُجالا هِن هتي،
پر پري ڪِٿ روشنيءَ جي ڳالھ ڪر!

اُڃ ٻُک ۾ جو پيو تڙپي سدا،
تون سين کان اڳ اُنهيءَ جي ڳالھ ڪر!

سُکَ وارن وٽ "ستايل" وڃ يلي،
پر ڪڏهن ڪنهن دلُ دکيءَ جي ڳالھ ڪر!



موٽ جو راڪاس ۽ هي زندگي،
هر طرف هيراس ۽ هي زندگي!

مختصر هوندي بہ ڪيڏي آ وسيع،
آدميءَ جي آس ۽ هي زندگي!

ڪير ماڻهوءَ جي مٽائيندو ڀلا،
بک سان گڏ پياس- ۽ هي زندگي!

ڪيئن بچائي پاڻ ڪي سگهبو هتي،
وکَ وک تي ٽياس ۽ هي زندگي!

هر گهڙي هاڻي اُداري ٿي لڳي،
وقت جو احساس ۽ هي زندگي!

هي ٻِجهن جو ماڳ سارو ٿو لڳي،
جي گهرن ٽيوُن ماس ۽ هي زندگي!



جهڙو آهي تهڙو ناهي!
ماڻهو تنهنجو جِيَون چاهي!

اُس جي گرمي جُهڙ جو سايو،
چند گهڙين جو جوين چاهي!

وهندڙ پاڻيءَ جيئن وهي تو،
چار ڏينهن جو بچپن چاهي!

ڳل تي ڳوڙها خواب اڌُورا،
آخر پاتو اکين چاهي!

مت، عقل ۽ سياڻپ چاجي،
جڳ کي سمجهو ڏاهن چاهي!



مون چيو جيکي چيو ۽ ڇا چيو!
ڳالھہ منھنجيءَ کي نہ ڪو سَمجھي سگھيو!

روز داناءَ ڪئين ديوانا تي ڪري،
آھہ غربت ۾ وڏو ھڪ الميو!

ڇا ھُيس ۽ ڇا وري بڻجي ويس!
عڪس پنھنجو ئي ڏسي پئي خوف ٿيو!

مان تہ چاھيندي نہ ڪجھہ ۾ ڇئي سگھيس،
وقت بي معنيٰ ائين ويندو رھيو.

روز چانڊوڪيون اِئين ويندون رھيون،
پر نہ ھڪڙي رات ڪو آيو ويو.

مون ڏٺو جيڪي ڏٺو بس خواب ھو،
جڻ اکين ۾ خواب جو منظر ھُيو!

ھي "ستايل" پيٽ جو آھي مگر،
پر نہ مايا تي ڪڏھن آھي مَٺيو.



ماڻهو سارا مري وڃن پل، ليڪن منهنجو مان ٿئي،
مون کي گاڏي بنگلو گهرجي، مُلڪ ڀلي ميدان ٿئي.

پيٽ ٻُکيا هٿ ٻارن جا ڏس- ۽ ٻيو گهر جي پت پگهل،
هوڏانهن هُن جو محل ڏسي ٿو، هرڪو ٻيو حيران ٿئي.

هيڏانهن ڪاٺڻ لئه ڪجهه ڪونهي، هُتي قبر جي مرمت لئه،
’پنجويهه[1] لک منظور ڪياسون،‘ هو ڏس ٻيو اعلان ٿئي.

’اوهان جي پنهنجي آهه حڪومت،‘ وزيِراعليٰ روز چوي؛
روز هَلائون ڏاڙيلن جون، روز ٻيو احسان ٿئي!

جن کي پنهنجا ووٽ ڏناسين، ليڪن تن کان لاش مليا،
ملڪ سمورو مقتل بڻيو، قتل ٻيو انسان ٿئي.

ڪاٺين جا ويا پئسا کائي ”ايس اِي“ ۽ انجنيئر سيٺي،
پُوڇڙ وارو پاڻيءَ جي لئه، ڪيئن ٻيو پريشان ٿئي.

دوُر ڪَنان ڏس دانهون ڪيڏيون، روز لبن تي آنهُون ڪيڏيون،
آن وَيو سڀ ڪٽي وڏيرو، هاري ٻيو حيران ٿئي.

ٻوڏ[2] چڏيا هٿ راڱا لائي، سڀ ”ستايل“ گهر لُڙهيا،
هوڏانهن انڌَيءَ نگريءَ ۾ ڏس، گاديءَ پٺي گلدان ٿئي.



(1) ڀُٽي جي مزار لاءِ 25 لکن جون اعلان ڪيو ويو PPP حڪومت پاران.
(2) 92ع جي ٻوڏن دوران 14 آگسٽ تي سڄي اسلام آباد کي سينگاريو ويو!

ڪُليل هُيو در خالي خالي،
ڏنم ته اندر خالي خالي!

ڳولين ڇا ڀڳوان اُتي پيو!
هيءُ جو مندر خالي خالي!

پنهنجي هٿ سان پاڻ تراشي،
پوڄين پٿر خالي خالي!

ماڻهوءَ پاڻيءَ لاءِ پياسا،
گهر جا نڪر خالي خالي!

واريءَ سنڌوءَ منجهه اُڏائي،
هيئي ڪپَر خالي خالي!

ساونڻ ۾ يي ڪونه ونا ڏس،
هي جي ڪڪر خالي خالي!

ساوڪ ۽ سرهاڻ هلي وئي،
سارا منظر خالي خالي!

بيماري ۽ بک وڪوڙيو،
آهن پيا گهر خالي خالي!

ڪيڏي آس ڪٽي "ستايل"
موٽيو آخر خالي خالي!



الوداع چئي زندگيءَ جي شام کي،
هو نہ چاهيندي پڇو انجام کي!

ڪير هو، ڪيڏانهن ويو، آيو ٻہ ڇو؟
ڪنهن نہ سمجهو آ اچا ان مام کي!

زندگيءَ جاڪوڙ جو نالو اٿئي،
اي مسافر ڇڏ هتي آرام کي!

ڪنڌ ماضيءَ جي طرف موڙي نہ ڏس!
لاءِ گلي سان حال جي پيغام کي!

ڇا پيو ڳولين تلها شيشا اٿئي!
پي ڇڏيوسين زندگيءَ جي جام کي!

ويهين صديءَ جو هو وڏو شاعر 'اياز'،
پر پڙهي ناهي ڏٺو تو 'شيام' کي!

بس "ستايل" ٿي چون تا دوستو!
ڇا ڪندؤ منهنجي يلا ٿئي نام کي؟



باغ ۾ ڪويل نماڻي ٿي لڳي،
جڻ بهارن جي پڄاڻي ٿي لڳي.

ڪالهه جا آئي هتي ٽاندو ڪٽڻ،
اڄ ڏسو سا گهر ڌڃياڻي ٿي لڳي!

گهر اندر توڙي گهٽيءَ ۽ شهر ۾،
بي حفاظت هر نياڻي ٿي لڳي.

آ خزان ڪيڏو وڪوڙيو سال کي،
رُت گُلن جي پي پُراڻي ٿي لڳي!

وقت جوين جو، وهي ويو وهڪرو،
اڄ حقيقت پي ڪهاڻي ٿي لڳي!

درد وارن جو دوا دارون نہ ٿيو،
سنڌ سُورن منجهہ ساڻي ٿي لڳي.



انسان کان مٿاهين، ٻي چيز ناهي ڪائي،
هر هر مرڻ جيئڻ جي، آ راند ڪنهن رچائي؟

ڪيڏا حَسين چهرا، ڪيڏو حَسين جيِوَن،
آخر فنا ٿيڻ لئه، ڪنهن زندگي بڻائي!

ڪڪرن ۾ چنڊ جو هي، منظر ڏسڻ وٽان آ،
پل پر ۾ آ انڌيرو، پل پر ۾ روشنائي!

دنيا چون ٿا جنهن کي، حاصل نہ ڪُجھ ٿئي ٿو،
دولت جي رُڃ ۾ آ، انسان ٿيو توائي!

ائٽم جي دؤر ۾ پيو، ترڪي امن جو ڦيرو،
جيڏانهن اک ڦرائج، تيڏانهن آ تباهي!

ڌرتي بہ بار ايڏو، شايد کڻي سگهي نہ،
ڪيڏي تہ ڏس تباهي، آ زلزلي مچائي!

انسان جو تہ دشمن، انسان ئي بڻيو آ،
شيطان خوار خالي، انسان ڪئي وڏائي!



تي گهڙي هرڪا هتان نڪري وڃي،
جا نہ چاهيندي بہ تي گُذري وڃي.

ڳالهہ توري يا گهٽي پر پاڻ ۾،
ڪنهن طريقي معاملو نبرِي وڃي.

بند پڃري ۾ پکي ڇو تو ڪرين؟
ڇڏ تہ پنهنجي جوڙ سان اُڏري وڃي.

پيار جي ہوتي بنا هر دل اندر،
نفرتن جو سنگ تو نسري وڃي.

او شڪاري! روڪ بحري باز کي،
ڏس چنبن ۾ ڪيئن ڪنيو تِتري وڃي!

خوف تو اڻ هوند جو ڪيڏو لڳي،
ننڊ ۾ ٻيي ڇرڪ تو نڪري وڃي!

جو "ستايل" ڪان نہ هو وسري سگهيو،
وقت آيو سو بہ تو وسري وڃي!



آدمي ڪيڏو تہ ڏس آهي اَمُل،
پوءِ بہ هر هر پيو ٿئي اُن جو قتل!

ڪنهن نہ سمجهيو آ حقيقت کي اجا،
سڀ هلائين پيا هتي پنهنجو عقلَ!

جي وڪامن ڪونہ ٿا بازار ۾،
پيو اجا تن جو پڇائين پوءِ بہ مُل!

چاهتن جو چنڊ رک تون چِتّ ۾،
رات اوندهہ، راهہ ۾ ايڏو نہ رُل!

نفرتن جي بوءِ رهندي ڪيترو؟
ڪيترو ٽڙندا خزائن منجهہ گُل!

سنڌ ساري تي سِڪي سُرهاڻ لئہ،
ڪو هوائن جو "سِتايل" ٿيو نہ هُل!



وڏي وڏي تي ڦٽ ويَو آ،
سُور ڏئي جا سَٽ ويو آ.

مون تہ جيئڻ لئہ جَتن ڪيا پر،
موت سُمهاري پَٽ وَيو آ!

ڪيڏا َگهرا داغ اندر ۾!
ڪير چِڏي هي ڪَٽ وَيو آ!

موکيءَ جا مئخانا خالي،
ڪير اُجاڙي هَٽ وَيو آ!

وقت بہ ڪيڏا وار ڪيا ڏس!
آخر تي سڀ چَٽ وَيو آ!



جِيوَن جيل ۽ ڄاتو آهي،
قيدي هرڪو ماڻهو آهي.

پنهنجي گهر ۾ خوف وچان ڏس!
هرڪو هِت آياڻو آهي.

هاڻ ته هر ڪنهن ماڻهوءَ جو هِت،
ٿي پيو درد پراڻو آهي.

سيري جو ته سلامي سيڪو،
ايرو عيبن - هاڻو آهي!

ڏُبري ڪي تو ڏيهه ڏڪاري،
رت چون ٿا راڻو آهي.



پيار جو سورج لهي ويو شام بدلِي رات ۾،
سڀ سهارا ويا ڇڏي اونداهه ۽ ايڪانت ۾.

ڪو سُجهي ئي ٿو نه رستو جو ڪٽي پل پر جيان،
مان اڪيلو منهنجو جِيوَن چڻ ته واڳوءَ وات ۾.

ڪنهن وساريل ياد جئن اڄ ياد آيو ڪو وري-
۽ ٿيو ميلاپ جنهن سان هو پري برسات ۾.

ساز ۾ آواز ۾ يا گيت ۾ گفتار ۾،
سو مزو ناهي اڳوڻو بزم جي هر بات ۾.

وقت جا طوفان جاڳيا ڪا اُجهامي لاٽ وئي،
هاڻ صبح ڪي سڏي ٿو لوڪ پنهنجي لاٽ ۾.

وستي وستي خوف خطرا ويا وڌي هن دوستو!
ڪو هتي محفوظ ناهي ماڳ ۾ محلات ۾.

ڇو اڃا سُنسان راهن ۾ ڏيئا بارين پيو؟
ڇؤ "ستايل" ڪير ايندو رات جي هِن سانت ۾؟



جيِوَن ڪاري رات مثل،
هيسيل ڪنهن جذبات مثل.

اکڙيون پيون ٿيون روز وَسن،
ساوڻ جي برسات مثل.

آيري ڪي ڳڙڪائي ٿي،
دنيا واڳوءَ وات مثل.

ماٺهو ٿا خاموش لڳن،
اونداهيءَ ۾ سانت مثل.

پٿر دل جو پيار الا !
موذيءَ جي خيرات مثل.

اڪثر ائين گذاريون پيا،
”ستايل“ سَڪَرات مثل!



رات آ خاموش ڪيڏي! چنڊ تارا ماٺ ۾ هِن،
بيقراريءَ جو آ عالم: لوڪ وارا ماٺ ۾ هِن.

ناهه ڪا ترِترِ تِڏن جي ۽ نہ ڪو آواز پيو آ،
ٻول ٻاٻيهو نہ ٻولي، جيت سارا ماٺ ۾ هِن.

نيٺ ڪهڙي خوف کان هي ڏيهہ سارو ويو ڏڪي هِت،
جُنگ ڌرتيءَ جا ڌڻي اڄ سڀ ويچارا ماٺ ۾ هِن.

موڪلائي چو وڃن پيا هو مهاڻا ۽ ملاح سڀ،
شور سنڌوءَ ۾ نہ سُڻجي اڄ ڪنارا ماٺ ۾ هِن.

ڇا وڪامي ويا سيئي هِن، يا ڊڄي ويا ڊپ کان هو،
سنڌ پاڻيءَ لئہ سڪي پئي، سنڌ وارا ماٺ ۾ هِن!

رات کان هي رنگ سارا، ڪير چورائي ڪٺي ويو،
ڪوڪ ڪويل جي نہ ٻڌجي، سڀ نظارا ماٺ ۾ هِن.

ماٺ ۾ هن، ماٺ ۾ هِن، ڇو ڀلا سڀ ماٺ ۾ هِن؟
سڀ وسيلا ويا "ستايل"! پوءِ بہ چارا ماٺ ۾ هِن!



ڪُليل هو چنڊ جو چهرو، ستارن مُسڪرايو پئي،
چٽي هئي رات چانڊوڪيءَ، هوائن گُل نچايو پئي.

ائين باتين ئي باتين ۾، سموري رات گُذري وئي،
اڃا ڀانيم تہ ترسي ها، جڏهن هُن موڪلايو پئي.

هزارين سُر سمايل ها، سندس آواز جي ڌُن ۾،
جڏهن ڪنهن شام جو ڪويل، پري ڪان گيت ڳايو پئي.

هي جِيوَن سچُ جِيَون آ، يا ڪوئي خواب جو منظر!
جڏهن مون ڪُجهہ ڀُلايو پئي، تڏهن ڪُجهہ ياد آيو پئي.

”ستايل“ وقت جوڀن جو، وهي سڀ وهڪري جئن ويو،
هليون ويون مؤج مستيون سي، ڪنارن ڪُجهہ ٻڏايو پئي.



وري ڪو چنڊ چاهت جو، وري تي چاندنيءَ گهرجي،
ٽڪائي آ ڇڏيو اُوندھ، وري نئين روشنيءَ گهرجي.

وري ميلا ٿين موتي، وري ساٺوڻ وسي پيهر،
وري هن سنڌ ساريءَ کي تي ساوڪ ساوڻيءَ گهرجي.

نہ جنهن ۾ ڏپ جهنم جو، نہ جنت جي خواهش ڪا،
هتي انسان کي پيهر، اُها ئي بندگيءَ گهرجي.

وڏائي تي نهي اُن کي، جو ماري ٿو، جياري ٿو،
هي مٽيءَ جو نهيل ماڻهو، سدائين سادگيءَ گهرجي.

وري نئين سر حياتيءَ کي جنم ڏي شل اچي ڪوئي،
اُهو ئي ديوتا گهرجي، اُهو ئي آدميءَ گهرجي.

هزارين نفرتون جنهن ۾، لکين محروميون ڏسجن،
نہ سو جِيَون هتي گهرجي، نہ اهڙي زندگيءَ گهرجي.

وري هن قيد ۾ آخر، هتي ڪيسين پيا رهبو،
جيئڻ جي لاءِ سڀ کي تي، وري آزادگيءَ گهرجي.

وري لفظن جي تيرن سان، وڏا ڏونگر وجهي ڏاري،
"ستايل" قوم کي هاڻي، اُها ئي شاعريءَ گهرجي.



# ساموندي طوفان
(نظم نما غزل)

لاشن جي متان لاش لٽي لهر هلي وئي،
گهر مال ٻچا ٻار ڪٽي بحر هلي وئي.

هر شام غريبن پئي خوشيءَ ساڻ گذاري،
هي شام ڪري تن سان وڏو قهر هلي وئي.

ڪو وَرَ نہ وسيلو نہ ڪي واهر آ بچيو ڪو،
سيني کي ڏيئي مؤت سندي ڳهر هلي وئي.

خالي تہ ڏسي پيٽ ۽ سندوءَ جا ڪنارا،
مهراڻ جي رگ رگ ۾ ڀري زهر هلي وئي.

هي وِير چڙهي سِير سجو سمنڊ لتاڙي،
سنڌڙيءَ جا اُجاڙي تہ سوين شهر هلي وئي.

اولاد هي آدم جو ڪفن ري پيو دفن ٿي،
انسان جي عظمت کي ٿڏي لهر هلي وئي.

ڪو داد نہ فرياد نہ ڪي دانهن ٻُڌي ڪنهن،
ڀويان تہ مُصيبت جا ڇڏي پهَر هلي وئي.

آ ماٺ ۾ آڪاش ۽ خاموش زمين آ،
هر ڪائي صدا عرش ڪَنان ڀهر هلي وئي.

هي باک "ستايل" آ ڦُٽي جهڙي ڦُٽي ناهہ،
هن قوم کي سورن جي ڏيئي سحر هلي وئي.



تيا ڄاڻ جيئڻ لئہ ڪڙا طوفان هزارين،
ڌرتيءَ تي نوان ظُلم جا زندان هزارين.

انسان ۾ انسان جي عظمت نہ رهي آ،
انسان آهہ ڪو ڪو، حيوان هزارين.

هِت پيٽ ٻکيا ڪيترا پاڻي نہ پسن ٿا،
مَانيءَ ڳيي لئہ هتي حيران هزارين.

هر آس آ نراس ۽ اميد اڌوري،
۽ دلين ۾ دٻجي ويا، ارمان هزارين.

ريتن جو نهيل ڄار ۽، رسمن جو پيل طوق،
آهن تہ عمر قيد ۾ انسان هزارين.

هاڻي تہ اُها رُوح ۾ راحت نہ رهي آ،
غربت جا لڳن سيني ۾ ٿا ڪانَ هزارين.

اڄ تائين "ستايل" جا گهٽائي نہ سگهيو ڪو،
دل ۾ تہ اڃا درد جا ديوان هزارين.



اڪيلو اڪيلو سفر زندگيءَ جو،
ٿيو بي اثر آ اثر زندگيءَ جو!

وري اُيري رحمت جا بادل وسو اچ،
پُڪاري پيو ويران تر زندگيءَ جو!

نہ امرت جي ڌارا نہ الفت جو زم زم،
پيون پيا تا هر دم زهر زندگيءَ جو!

نہ راهي نہ رستو نہ ڪي ماڳ منزل،
نہ ڪوئي ٺڪاڻو نہ گهر زندگيءَ جو!

بهارن ڪي باهَيون لڳائي ڇڏيون تو،
جلائي ڇڏيو تو ثمر زندگيءَ جو!

ولوڙي ولوڙي ٿِيو ڪونہ حاصل،
وهيو خوامخواهہ هي پڳهر زندگيءَ جو!

وڃائي هٿن مان پرينءَ وقت پنهنجو،
پڇين پيو تو هاٺي حشر زندگيءَ جو!

چڱو هو "ستايل" تڏهن تو چيو ٿي،
جڏهن ٿيو جنازو گذر زندگيءَ جو!



خالي وڻ جو بچو آ ناڻُ،
هاڻي کهڙي اُس ۽ ڇانءُ!

گهر جو گهر ۾ گسي گسي اڄ،
نيٺ پراڻو ٿي پيو ٽاڻُ!

واهيرن تان وَهيا اُڏاڻا،
ڪُڻڪَنِ وينا ڪارا ڪانءَ!

رَڃ رکي ڇڏ ٻيڙيءَ وارا!
سنڌوءَ ساڳيو هاڻ نہ پاڻي!

ڏاڍايون ڏهڪاءَ ڏسي،
هرڪو هاريَ وينو هاڻ.

قوم سُتل کي جاڳائي جو،
گيت وري ڪو اهڙو ڳاءِ!

آهہ ”ستايل“ کهڙي ڪم جو،
ذات ٻنان هي خالي ڏاڻُ.



سوچي ڏس ھي ساگر ڇاھي؟
آخر ھِن جي اندر ڇاھي؟

لھر مٿان ھي لھر چڙھي آ،
اَنت اُنھيءَ جو آ، پر ڇاھي؟

ساڳي مٽيءَ منجھہ ٺاھيل،
مسجد ڇاھي، مندر ڇاھي؟

پيٽ بکيو ڇا ڄاڻي ماڻھو،
ڌرتي ڇاھي، انبر ڇاھي؟

ظاھر چنڊ ستارا آھن،
رات سَندو ھي منظر ڇاھي؟

ساز منجھان آواز اچي ٿو،
ٿاھيو سو ڪاريگر ڇاھي؟

سوين "ستايل" ھتان ھليا ويا،
ھڪڙو ھيءُ "سڪندر" ڇاھي؟



زندگي آ پرين تر جي واريءَ جيان،
ولولو واءَ ۾ روز ٽاريءَ جيان.

خواب منهنجا ستارن جيان ٽا لڳن،
ڏينهن جِيَون سندا رات ڪاريءَ جيان.

مان تتر چار ۾ پيار جي آڙ ۾،
جڳُ ماري بٽيو آ شڪاريءَ جيان.

سُونهن ڪي تو سدا عشق سجدا ڪري،
ديوتا تون پرين، مان پوڄاريءَ جيان.

آ "ستايل" وري ساھ وينو سڏي،
زندگي بي بقا تُنهنجي ياريءَ جيان.



الوداع الوداع زندگي زندگي!
بيوفا بيوفا هر خوشي هر خوشي!

موت تائين ڏسو درد مون سان رهيا،
دنگ تي وئي اها دوستي دوستي!

راز هن جي ستم جو لَبن تي هُيو،
پر نہ چئي ها سگهيا بيوسي بيوسي!

سِير سُهڻي ڏسي کانہ پُنتي هٽي،
انتها تي وئي عاشقي عاشقي!

کونہ سمجهي سگهيو، ڳالهہ ان کي اچا،
قول موسم بنا چو ڇٽي ويا ڇٽي!

هن انڌيري اندر کيسين رهندِي پلا،
چندبَ توکان سوا چاندني چاندني!

اي تون بادِ صبا! چؤ پرينءَ کي وڃين:
آ "ستايل" هتي بس گهڙي کا گهڙي!



چاهتون چوري اچين ها،
پيار جي توري اچين ها.

پنڌ جي ايڏو پري هو،
تون بہ ڪجھہ ڏوري اچين ها.

ساهہ سڀ ڪان آهہِ ويجهو،
تون اچا اوري اَچين ها.

ڇا لڄايو ڪاڪ کي تو،
ڪنڌ کي ڪوري اچين ها.

جا ڪڙي ديوار نفرت،
سا پيچي پوري اچين ها.

آ محبت آزمائش،
گهر سڄو گهوري اچين ها.

راهہ الفت ۾ ”ستايل“!
جيءَ کي جهوري اچين ها.



نِوڙي جهيٽو ٻول هتي !
پَنهنجو اندر کول هتي !

دنيا دوکو آهي سائين !
روح نہ پنهنجو رول هتي !

سڀ کي جيڏو سمجهہ سياڻا،
جهل نہ کنهن وٽ جهول هتي !

ويل هٿن مان متان وڃائين،
وقت اٿئي انمول هتي !

سرُهو تي رابيل جيان،
گندو آ ماحول هتي !

محنت ڪر ۽ گهُر خدا کان،
هٿ ڪري ڪشڪول هتي !

يار "ستايل" پري نہ ڪونهي،
پاڻ منجهان ئي ڳول هتي !



جِيوَن آهي جاريءَ ۾،
گهر جي چوديواريءَ ۾!

ماڻهوءَ جا ارمان هتي،
گهر ٺهيل جڻ واريءَ ۾!

واءُ لڳو پيا پَٽِ ڇٽي،
آکيرا جي ٽاريءَ ۾!

ڏک هٽين تہ بہ سامهون هڻ،
مار نہ کنهن کي ياريءَ ۾!

ڪيڏا پيا حالات ڦِرن،
هو ڏس دنيا ساريءَ ۾!

وري نئون ڪو ديپ جلاءِ!
اُوندهہ اندو ڪاريءَ ۾.

پنڌ "ستايل" اٿئي پري،
تون نہ اڃا ڪنهن تياريءَ ۾!



تون ڪِيئَن مُنهنجي ياڳ ۾ آئينءَ،
ڇڪجي واپس واڳ ۾ آئينءَ.

رات جي سپني ۾ ڇا پر تون،
صبح جي روشن جاڳ ۾ آئينءَ.

پِيڙائون ۽ پُور لهي ويا،
تون جي هن ويراڳ ۾ آئينءَ.

شاعر جي ڪنهن گيت جيان تون،
روز سُريلي راڳ ۾ آئينءَ.

اڄ اکين جي اُڄ لهي وئي،
تون جي موتي ماڳ ۾ آئينءَ.

ڳولي ڳولي ٿڪجي پيس مان،
ڪيئن تون ايڏي جهاڳ ۾ آئينءَ.

سڀ "سَتايل" سور لهي ويا،
تون جي ڏک ڏهاڳ ۾ آئينءَ.



حاصل نہ تِيو پوءِ بہ طلبگار ملن ٿا،
بازار ۾ هر شيءِ جا خريدار ملن ٿا.

ڪو خون خريدي تہ ڪو عزت پيو خريدي،
هن فلم ۾ هر قسم جا ڪردار ملن ٿا.

رهبر جو وٺي روپ جِنين رهبري ڪئي،
گهر چور دغا باز ڪئين غدار مِلن ٿا.

ڪيڏي نہ تباهيءَ تي وڃي قوم پُڳي آ!
اهڙا تہ سوين روز هِت آثار ملن ٿا!

پوئن لئہ ڪري ڪو تہ اچا گڏ پيو خزانو،
ڪنهن کي تہ ڪٿا پيٽ لئہ لاچار ملن ٿا.

ايڏو تہ بي خبر تي ائين گُهم نہ باغ ۾،
هر گُل جي وٽي آڙ سوين خار ملن ٿا.

مُشڪل ۾ "ستايل!" جي هلي توڙ نيائن،
اهڙا تہ اچا ڪونہ ڪٿي يار ملن ٿا.



دنيا ۾ رهين جت ٻہ تون انسان سڏائين،
پيغام اهو شال سين کي تون پُڄائين.

ڌرتي تہ خدا توکي امن لاءِ ڏني آ،
پر تون تہ پيو جنگ جو ميدان بنائين.

پاڻي تہ پِتا سڀ جو مِٽي آهِ ماءُ جيئن،
هر ديس اندر وَصل جا درياءَ وهائين.

مذهب تہ سيئي واٽ هتي حق جي ڏسن ٿا،
پر تون تہ پيو تن کي فِرقن ۾ ورهائين.

پوپٽ جي پرن کان ٻہ نرم خواب اسان جا،
راهن ۾ پيو ڇار تون ڪنڊن جو وڇائين.



تبديليءَ جو نانءُ حياتي،
يا ڪو هيسيل هانءُ حياتي.

ڏک لڳڻ سان پور تيو پئي،
جڻ تہ نڪر جو ٿانءُ حياتي.

ڪنهن جي ڪويل جهڙي ڪُو ڪُو،
ڪنهن جي ڪارو ڪانءُ حياتي.

ڪوتہ اچا پيو آس ۾ ٿڪي،
ڪنهنجي چپر ڇانءُ حياتي.

سور بہ جنهن ۾ بہ پور بہ جنهن ۾،
کهڙو کهڙو نانءُ حياتي.

برف هٿن ۾ جيئن ڳري ٿي،
تون بہ ائين ٿي يانءُ حياتي.

ڪنهن آ پاتي ذات ازل کان،
ڪا تہ "ستايل" ذانءُ حياتي.



گل چهڻ جي اجا آس ڪيڏي اٿن،
روز مُڪرين مٿي پؤنر پيرا ڏين.

مؤج مَهراڻ ۾ سنڌ سُرهاڻ ۾،
پوک پچندي رهي روز ميلا مچن.

چو نہ ملجي وري هيل برسات ۾،
سُونهن ساموڻ جتي روز بوندون وسن.

ڏينهن توسان ڪٽيل ياد بڻجي ويا،
دل گهري تي وري شال موٽي اچن.

ڪي ٿا شاعر چون ڪي چريو ٿا چون،
عشق ۾ ٿا سوين نانءَ مون کي ملن.

زندگيءَ جا مزا توڙڙا ٿي سهي،
پوءِ بہ ڪيڏا پيا خوبصورت لڳن.

اڄ "ستايل" وري ڪيئن وساري ڇڏيئي؟
روشنيءَ جو شهر چاهتن جو چَمَن!



هتي يار سڀ کي خدا تو جياري،
ڪو ڪنهنجي سهاري، ڪو ڪنهنجي سهاري.

اُهو ئي تو رحمت جا درياءَ وهائي،
اهو ئي پياسن کي پاڻي پياري.

مٿيءَ جو هيءُ ماڻهو، وڏائي آ ڪيڏي!
اصل ۾ حقيقت کي وينو وساري.

هو پنهنجو بہ هوندي، نہ پنهنجو ڪري ٿو،
پيو غربت جي نالي پري کان ڌڪاري.

نہ ڪي پيٽ سُني نہ شيعو ڏسي ٿو،
هِتي ٻُڪَ سڀ جا ڌرم تي ڏُٺاري.

هي مَنبر تي مُلون پري پيٽ پنهنجو،
وري ڊپ جهنم جا ڏئي تو ڊچاري.

لُچي تو پُچي تو نہ ڪنهن سان ڪُچي تو،
”ستايل“ پيو سر تي رضا رب جي پاري.



وحشتن جو دؤر آ،
آدمي ڪمزور آ.

هو سڏائي ساد پيو،
پر اصل ۾ چور آ.

ڪيئن چوين انسان تو،
هي تہ آدم خور آ.

سُونهن تارين ۾ آتس،
پر اندر ۾ پور آ.

حالتن مجبور ڪيو،
هر ڳليءَ ۾ شور آ.

ڊپ ڪيڏو ڊيل کي،
ماٺ ۾ اڄ مور آ.



شاعرن جي ڳالهہ ڪي سمجهين نٿو،
ها چرين جي ڳالهہ ڪي سمجهين نٿو.

چند لفظن مان بڻائن آئينو،
تون اُنهن جي ڳالهہ ڪي سمجهين نٿو.

ڪجهہ پڪوڙا، ساڻ مانيءَ جو ڳيو،
جو بکين جي ڳالهہ ڪي سمجهين نٿو.

هو جمهوريت جو ٻُڌائن راڳ پيا،
مسخرن جي ڳالهہ ڪي سمجهين نٿو.

ٿا آمن جي لاءِ واجهائن هتي،
تون پکين جي ڳالهہ ڪي سمجهين نٿو.

هو تہ ڪائڻ لئہ وري وينا اٿئي،
ڇا تڳن جي ڳالهہ ڪي سمجهين نٿو.

شور ڪيڏو آ هوائن ۾ تہ ڏس!
تون پنن جي ڳالهہ ڪي سمجهين نٿو.

ساهہ ڪان پيي وڌ "ستايل" سنڌ آ،
جو وطن جي ڳالهہ ڪي سمجهين نٿو؟



وقت جي مانگر مڇن پيلي ڇڏيو،
سنڌ کي آ رهزنن پيلي ڇڏيو.

هت غريبن جي سدائين آڙ ۾،
ملڪ سارو آ ٺڳن پيلي ڇڏيو.

هاڻ مذهب جو وڃي نالو بچيو،
بس انهيءَ کي آ مُلن پيلي ڇڏيو.

زندگي ڪيڏي نہ پياري آ مگر،
موت جي سوداگرن پيلي ڇڏيو.

تون نہ سنڌوءَ جي ڪرين پيو ڳالھ پر،
جو هِتان جي ڪافرن پيلي ڇڏيو.

خوف پنهنجو پاڻ کان پيو تو لڳئي،
ڪنهن پلا تنهنجو حُسن پيلي ڇڏيو.

بي منداڻتيون هوائون پيون لڳن،
جن اچي سارو چمن پيلي ڇڏيو.

اڄ بہ اونداهہ جو هتي موقعو ڏِسي،
وقت جي ڪوڙن سِڪن پيلي ڇڏيو.

هي "ستايل" ڪو نہ ساڳيو آ رهيو،
نيٺ دنيا جي غمن پيلي ڇڏيو.



آهن تہ اجا بند پيا خواب اکين ۾،
هر وقت حقيقت جي لئہ بيتاب اکين ۾.

ڪيڏا تہ غريبن جي مٿان ڪِيس تين پيا،
ڏسجن تہ پيا روز نوان باب اکين ۾.

سمجهي نہ سگهيو ڪوبہ اجا راز اکين جو،
ميلا بہ اکين منجهہ وڇوڙا بہ اکين ۾.

هُن جون تہ اکيون جڻ تہ ڪي ساوڻ جون گهٽائون،
ڇا خوب اٿس سونهن جا سيلاب اکين ۾.

ڪيڏو بہ لڪائين تون لڪي ڪونہ سي سگهندا،
سؤ سوال اکين منجهہ ۽ جواب اکين ۾.

پنهنجو تہ عَمَل خود ئي اکيون پاڻ ڏسن پيون،
ڪئين ڏوهہ اکين منجهہ ۽ ثواب اکين ۾.

هن ديس ڪي هو دل جي اکين سان نہ ڏسي ٿو،
ڪيڏا تہ نفرتن جا تَسِ عُقاب اکين ۾.

موسم جي بنا روز هي برسات وسي پئي،
ويو ڪير "ستايل" ڪي ڏئي آب اکين ۾.



زندگيءَ مان ڪونہ لاٿيون سين سڪُون،
دل چوي ٿي ڪُجھہ اجا تورو ٽِڪُون.

هو تہ هوڏانهن مان تہ هيڏانهن پيو ڇڪان،
ساھہ ساٿون ٿي پيو سهندي ڇِڪون.

هر طرف کان تو وري آڏو اچي،
موت کان آخر ڀلا ڪيڏانهن لِڪون؟

پنڌ مشڪل آ پرينءَ جي پار جو،
چؤطرف آهن رڳو چارا ڇِڪون!

من ڪٿي منزل ملي پئي دوستو!
بس اجا پيا راھہ ۾ ڊوڙون ڊُڪون.

سُور جي توڪي مِلن سر تي وساءِ!
ڍور وانگي چو ڪرين وينو ڍِڪون؟

مان تہ پياسو ئي هتي رهجي ويس،
تو نہ پياريون پيار پنهنجي جون پِڪون.

حال ڪهڙا تو ”ستايل“ جا پُڇين؟
بس مڙئي پيا وقت کي اڳتي ڌِڪون!



قانون جي قفس ۾ انسان لُڇي ٿو،
ڌرتيءَ تي بنايل هي مهمان لڇي ٿو.

هٿ ٺوڪي رسم ريت رواداري هتي چو،
آزاد رهڻ لئہ هتي اعلان لُڇي ٿو.

هو ڏوهہ ڪري پوءِ بہ ڇڏيو ڇوٽ ويو چو،
هُن جي تہ ڏسڻ لاءِ هِت زندان لڇي ٿو.

هن ڪان تہ مليون موٽ ۾ ڇو ٽوڪي مدايون،
هُن تي هو ڪيو تو جو سو احسان لُڇي ٿو.

اميد جي آڌار گذاري پيو حياتي،
پورو نہ هِن جو هڪ بہ ٿيو ارمان، لڇي ٿو.

پورهيي تہ منجهان پيٽ جي پوري نہ ٿئي ٿي،
اڻ هوند ۾ مزدور جو ايمان لڇي ٿو.

هي ڏات "ستايل" کي ملي آهہ اُنهيءَ ڪان،
جنهن جي تہ ثنا لاءِ سو، حيران لڇي ٿو.



رات ڪاري ڏسي ڏات روئي ڏنو،
تانگهہ تن ۾ رهي تات روئي ڏنو.

اڄ بہ آڪاش تي، ڌنڌ ڇانيل رهي،
چنڊ ڇا لئہ رُنو رات روئي ڏنو.

شامر خاموش ۽ جڳ ٻُساٽيل هُيو،
ڪُوڪ ڪويل ڪئي لات روئي ڏنو.

وقت ويرُن جيان آ وڪوڙي ويو،
حال منهنجو ڏسي سانت روئي ڏنو.

مون ڇوهَ تي ڳهريو هُن ڌڪاري ڇڏيو،
راز دل ۾ رهيو بات روئي ڏنو.

اڄ "ستايل" وري ڪِيس ڪيڏو ٿيو،
سر اڏيءَ تي ڏسي ڪات روئي ڏنو.



وقت تي، حالات تي، سوچي پَيو،
آدمي هر بات تي سوچي پَيو.

راهہ مان سڀ روشنيون ويندي ڏسي،
هن انڌيري رات تي سوچي پَيو.

ڇا ڪٿي پيغام آيو آ پڪي،
هو سندس هر لات تي سوچي پيو.

ڪاش! سانوڻ جي وسي ها وقت تي!
بي مندي برسات تي سوچي پَيو.

خون ڪنهن جو بيگناهہ وهندو ڏسي،
ڪو اڏيءَ ۽ ڪات تي سوچي پَيو.

ياڻ ڪي ٻيي جو نہ سمجهي آ سگهيو،
سو خدا جي ذات تي سوچي پَيو!

هي جي ورثي ۾ ”ستايل“ کي مليا،
سُور تنهن سَڪرات تي سوچي پَيو.



کهاٽي ٻُڌِي سون، کهاٽي ڏني سون،
شمع زندگيءَ جي اُجهاٽي ڏني سون.

ڪڏهن رنگ جوين جي مستي ڏني سون،
ڪڏهن زندگيءَ جي پُڇاٽي ڏني سون.

ڪڏهن مؤج ساحل سان وهندي ڏني سون،
ڪڏهن منجهه واري اڏاٽي ڏني سون.

سچائيءَ کي سوريءَ تي چاڙهيو ويو آ،
اها ريت جڳ جي پراٽي ڏني سون.

ڪتي راند تي پي پيا لک لُٽجن،
ڪتي هٿ جهليندي نياٽي ڏني سون.

پيو تَرس ڪيڏو، هليو وس نہ ڪوئي،
ڪتي اک ڪنهن جي نماٽي ڏني سون.

هي سودو بہ ڪيڏو نہ سستو هيو ڏس!
بنا اگهہ ناري اگهاٽي ڏني سون.

"ستايل" چيا ڪولي گريبان پنهنجو،
هتي ڪنهن جي عزت وڪاٽي ڏني سون.



بي خوديءَ ۾ دل لڳي پلجي وئي،
مون ڪنان منهنجي خوشي پلجي وئي.

چوٽ جيوَن کي وري اهڙي لڳي،
چاهتن جي ڳالهه ئي پلجي وئي.

زندگي ٿي وئي مسئلن جو شڪار،
واٽ ويندي جڻ گهٽي پلجي وئي.

ياد آيون پيار جون پهريون گهڙيون،
بي سموري زندگي پُلجي وئي.

آڳ آندڻ جي اُجهائڻ واسطي،
مذهبن جي پابندي پلجي وئي.

آزمائش جون گهڙيون آيون جڏهن،
بزرگن کان بندگي پلجي وئي.

مَهل اوکيءَ ۾ "ستايا" اڄ وري،
دوستن کان دوستي پلجي وئي.



هر گهڙي انسان لئہ اعلان آ،
زندگي يا جنگ جو ميدان آ.

چندٻ تي پهتو تہ ڇا ٿيو آدمي،
پيٽ خاطر اڄ بہ سو حيران آ.

بک ٻُجهڙو ٿول آهي تا چون،
آن سڀ ڪنهن جو هتي ايمان آ.

ٻار جي معصوم چهري کي ڏسي،
ٿي خُدا جِي روبرو پهچان آ.

اڄ تائين روزِ اول کان وٺي،
هر ”ستايل“ پيٽ جو انسان آ.



چاهتن جو قل ملي ها، پوءِ تہ ڪيڏو هو چڱو!
همسفر ڪوئي هجي ها، پوءِ تہ ڪيڏو هو چڱو!

منهنجي اکڙين جو پرين هت، ۽ اندر جو ڪاش هُو-
راز جي سمجهي وجي ها، پوءِ تہ ڪيڏو هو چڱو!

خواب منهنجا خواب ٿي بس، خواب تي رهجي ويا،
پر حقيقت جي ٿئي ها، پوءِ تہ ڪيڏو هو چڱو!

هت نہ ڪا حسرت پُني ۽ هُت جنت کي ڇا ڪبو،
هُوَ جي دنيا ۾ ملي ها، پوءِ تہ ڪيڏو هو چڱو!

آهَہ مجنون جي چون ٿا، عرش تي آهي پڳي،
ڪاش جي ليلا ٻڌي ها، پوءِ تہ ڪيڏو هو چڱو!

ماءُ جي جهوليءَ کان اڳ ۾، ۽ سَندس لوليءَ کان اڳ،
موت جي پهرين اچي ها، پوءِ تہ ڪيڏو هو چڱو!

اڄ تہ ڪيڏو شرمندو آهين "ستايل" جي اڳيان،
وقت کان اڳ سڀ ٿئي ها، پوءِ تہ ڪيڏو هو چڱو!



زندگيءَ کي زندگيءَ جي آ تلاش،
خوبصورت آدميءَ جي آ تلاش.

زندگي جڻ کو اُجايل آ پکي،
رُج ۾ جنهن کي قرڙيءَ جي آ تلاش.

جو ڪتابن مان نہ ٿيو حاصل هتي،
آسمانن ۾ اُنهيءَ جي آ تلاش.

لفظ پٽڪن پيا، ڪٿي آهي اياز؟
اڄ بہ جذبن کي ڪويءَ جي آ تلاش.

سچّ کي ثابت ڪرڻ جي لئہ سدا،
رات کي بہ روشنيءَ جي آ تلاش.

جيئن چوليون ٿيون ڪنارن کي چُهن،
تيئن چپن کي پڻ چُميءَ جي آ تلاش.

واهہ "ستايل" تون ڪٿين جِيوَن پيو!
نا اميديءَ ۾ خوشيءَ جي آ تلاش!



اڌورا اڌورا اڃا خواب آهن،
هميشه حقيقت لئهِ بيتاب آهن.

هي دنيا تہ دردن جو درياءُ آهي،
غمن جا وڏا جنهن ۾ غوراب آهن.

سڄي رات سپنن جي دنيا ۾ گذري،
سڄو ڏينهن سوچن جا سيلاب آهن.

اوهان جي ذڪر ۾ اوهان جي فڪر ۾،
اڪين مان سدائين وهيا آب آهن.

ڪبوتر تي ڪهڙو ڀلا قياس ايندو،
اوهان جون اکيون جڻ تہ عُقاب آهن.

ذري ڳالهہ ٿئي جي ڪنن تي پُڄائن،
اسان جي جماعت ۾ اهڙا بہ آهن!

پراوَن تي ڪهڙيون ميارون ڪرين تو؟
خبر پئي تہ پيَرن ۾ پنهنجا بہ آهن!

اڃا سنڌ گدڙن تہ ڪاڏي نہ آهي،
اڃا هوجمالا ۽ ميلا بہ آهن.

”ستايل“ نہ کوليو وري دل جو دفتر،
اڃا بند سارا پيا باب آهن.



زندگي آ زندگيءَ لئہ بيقرار،
رات کي جئن صبح جو آ انتظار.

سُونهن ماڙين جي نتي محتاج ٿي،
جهوپڙين ۾ پي انهيءَ جو آ شمار.

مُسڪراهٽ آ چپن تي پوءِ بہ ڏس!
هي اکيون آهن سدائين اشڪبار.

خوف ايڏو ڪاءِ نہ اوندهہ رات کان،
جاڻ صبح آهي تَنهن جي هم - ڪنار.

هي خزان جي منّد بہ ٿي ڏينهڙا،
بس اجها آئي وري موسم بهار.

زندگي بيڙيءَ مثل آ دوستو!
آدمي هرڪو انهيءَ ۾ آ سوار.

هي "ستايل" اڄ بہ ساڳيو آ مگر،
آزمائين چو پيو تون بار بار.



وقت سان گڏ آدمي مَنجو وڃي،
جڏهن تہ ساري زندگي مَنجو وڃي.

دوست ٻي ساڳيا رهن ٿي ڪونہ تا،
هر قدم تي دوستي مَنجو وڃي.

سيءُ سيارو ۽ اونهاري مان سڙو،
سال ۾ هر مند تي مَنجو وڃي.

موُج مستي سڀ وهيءَ جي ڳالھ آ،
نيٺ پيريءَ ۾ سيئي مَنجو وڃي.

سڀ سکن ۾ تا وري ويجهو اچن،
پر ڏکن ۾ مائٽي مَنجو وڃي.

رات پنهنجي جاءِ تي، پر ڪيترو،
سج اُڀريو، رات ٿي مَنجو وڃي.

اي "ستايل" ڏس وري گهڙيال ڏي!
جت نظر ۾ ٿي گهڙي مَنجو وڃي.



زندگي گذري وڃي جي پيار ۾،
پيو پلا گهرجي ٻہ چا سنسار ۾.

چيز هر ڪا پئي وڪامي پوءِ ٻہ ڏس،
خواهشون رهجو وڃن بازار ۾.

آدمي ڪا شيءِ نہ آهي دوستو!
جو ٻہ آهي سو سندس ڪردار ۾.

تون جهالت جي انڌيري کي ڇڏي،
اڳيرو ٿي علم جي رفتار ۾.

هئي تہ سهڻي پوءِ ٻہ ڪاري تا چون!
مون ڏٺي تصوير جا اخبار ۾.

مُند مُڪڙين جي ڪلڻ جي هئي مگر،
چؤ خزان آئي ڪٿان گلزار ۾؟

ڏس وڏيري صرف ڪرسيءَ جي ڪري،
سنڌ پيي وڪڻي ڇڏي واپار ۾!

هاڻ سنڌوءَ جو وڃي نالو بچيو،
تون وڃائين وقت پيو تڪرار ۾!

چُپ رهڻ لئہ تو "ستايل" کي چوين،
چا مَٿي ويندين اٿين مانار ۾!



راهہ ۾ ڪجهہ قافلا رهجيو وڃن،
ساعتن جا فاصلا رهجيو وڃن.

ڪير چاهي ڪو نہ تو پر پوءِ بہ هت،
چو اٿين ڇا لئہ يلا رهجيو وڃن.

تي ڇُپي هر ذهن ۾ ذاتي انا،
مُختصر تا مرحلا رهجيو وڃن.

آدمي هرڪو اٿين ويندو رهيو،
پر انهن جا مسئلا رهجيو وڃن.

تون اُتان ڇا لئہ گهرين انصاف تو؟
جت اڌُورا فيصلا رهجيو وڃن!

پاڻ سارا تا رهون اُن ديس ۾،
جت سمورا معاملا رهجيو وڃن.

مال ميڙيندين "ستايل!" ڪيترو،
موت کان پوءِ هت تلها رهجيو وڃن.



اوهان کي ڪلهوڪن ڪتابن جي ڳولا،
اسان کي اڄوڪن حسابن جي ڳولا.

اوهان جهول پنهنجي ڪندن سان سجائي،
اسان کي سدائين گُلابن جي ڳولا.

ڏنئي نند ۾ جي، اُهي ڪم نہ ايندئي،
اُتي جاڳ ۾ ڪر، تون خوابن جي ڳولا.

تڏهن توکي واقعي شڪاري مڃان مان،
سهن کي ڇڏي ڪر عُقابن جي ڳولا.

اڃا سوال ساڳيا "ستايل" سُجهن ٿا،
صدين کان آ جن جي جوابن جي ڳولا.



اجا زندگيءَ جي پُڄاڻي نہ ٿي آ،
ختم يار جلدي ڪهاڻي نہ ٿي آ.

وڏو آ قصو هي ٻُڌي ڪون سگهندين،
اجا اڪ تُنهنجي نماڻي نہ ٿي آ.

حقيقت هميشه حقيقت رهي ٿي،
حقيقت ڪڏهن ٻي پُراڻي نہ ٿي آ.

اجا ريت رَسمن سندو قيد ساڳيو،
اجا وس پنهنجي نياڻي نہ ٿي آ.

وري توکان بدلو تہ وٺنداسين ويري،
ٻُڌي چڙ اجا هڪ- هڪاڻي نہ ٿي آ.

اجا تو سان پاڻيءَ تي پاڻي بہ تيندو،
اجا ڳالهہ ايڏي پُراڻي نہ ٿي آ.

ائين ڪوڙ آڏو جِڏي سر جهڪائي،
سچائي اجا تائين ساڻي نہ ٿي آ.

اجا ڪاڻ ڪنهن جي پَيو روز اُيري،
اجا ذات ايڏي اياڻي نہ ٿي آ.

اجا قرب واريون ڪچهريون بہ ٿينديون،
"ستايل" اجا موڪلاڻي نہ ٿي آ.



هن رات انڌيريءَ ۾، هر شمع اُجهاڻي آ،
منزل کان اڳي تي وئي، راهن جي پُڄاڻي آ.

آئي تہ يلا آخر، هي کهڙي بهار آئي،
هر ڦُول اُداس آهي، هر ڪَلي ڪماڻي آ.

ڪاري نہ ڪري هن ڪي، او مار ائين قاتل!
پنهنجي تہ بُرائي ڏس، هي پاڪ نياڻي آ.

ويو ڪير هٽي ڏاڙهو، ويو ڪير ڪٽي مُرڪون،
هر ڪنهن جي دُکي دل ۾، هر اڪ نماڻي آ.

مون ڪونہ ٻُڌو ڪڏهن، ڪو هينئن بہ تيندو آ،
سيني جي زبان تي اڄ، بس پاڻيءَ ۾ پاڻي آ.

دُهرائي نہ ڪو هاڻي، فرقت جي فساني کي،
هي ڪير يلا ٻڌندو، بي انت ڪهاڻي آ.

هي سور "ستايل" کي، ويو ڪير ڏئي آخر،
ويو جِيءُ جهُري سارو، نَس نَس تي ساڻي آ.



آدميءَ جي درد ڏک جي ڳالھ ڪر،
راند ڪي ڇڏ، اڄ ٻُک جي ڳالھ ڪر!

مُرڪندڙ چهرا تہ مُرڪن پيا پلي،
خُشڪ چَپ ۽ زرد مُک جي ڳالھ ڪر!

مات ۾ رهندي ٻُڌاءِ ڪيترو؟
هاڻ خالي تون بَہ ڪُک جي ڳالھ ڪر!

حال پنهنجا پاڻ سان اڄ اوريون،
ڪيئن پيچايون ڏور ڏک جي ڳالھ ڪر!

ڪُل عُمَر ڪان چوڪارو تي پوي،
پوءِ "ستايل" تون بہ سک جي ڳالھ ڪر!



سوچ جي هر لهر تي بندش پيل،
روشنيءَ جي پهر تي بندش پيل.

چڪ چولين ۾ نہ آ ساڳي رهي،
هر نديءَ هر نهر تي بندش پيل.

ڪانہ مرضي تي هلي ڪنهن جي هتي،
هر گهٽيءَ هر شهر تي بندش پيل.

رات جي هرڪا صَدا لڇندي رهي،
هر گهڙي هر پهر تي بندش پيل.

مُلھہ ماڻهوءَ جو وڃي باقي بچيو،
پر نہ تُنهنجي قهر تي بندش پيل.

ساھہ سڏڪي پيو "ستايل" جو مگر،
پر پيئڻ لئہ زهر تي بندش پيل.



اسان جو شهر ساڳيو آ، اسان جا گهر جدا آهن!
اٿين ٿي روز پيا گڏجون، تڏهن بہ فاصلا آهن!

بڻايا چا نہ بُت خانا، هتي انسان پُوڄا لئہ،
سڀن جو دار مذهب آ، الڳ سڀ جا خدا آهن!

سمورو شهر جاڳيو آ، نہ جاڳيا خواب چو منهنجا!
لڳي ٿو رات سي ٿڪي، هينئر شايد سُتا آهن.

هي ساڳي جاءِ سا آهي، جتي هو پيار پُوڄوسين،
اٿين بيخود ڪٿي ويندي، قدم منهنجا رُڪيا آهن.

ڪٿي ڪا وڄ ڪري هوندي، جليو ڪو آشيان هوندو،
رُنو آڪاش آ، شايد، وري بادل وٺا آهن.

رُتا پرتا بُڏاسين جي، اکين ڳوڙها ڳڙي آيا،
الائي سي ڪڏهن ملندا، اسان کان جي رُٺا آهن؟

وري ڏس ڪيس ڪيڏو ٿيو، اٿين تڙپن پيا راهن ۾،
”ستايل“ آس جا پنڇي، الائي ڪنهن ڪُٺا آهن!



زندگي آ ويس بدلائڻ لڳي،
جلد پيريءَ جا وڳا پائڻ لڳي.

ڏيهہ پنهنجي ۾ ڏکيون ڏس ڪيتريون!
ڳيچ ڪويل ٻي اهي ڳائڻ لڳي.

چوهہ مان چوليون جتي وهنديون هيُون،
سا ڪنڌي اڄ آڪَ اُپٽائڻ لڳي.

سوچ کي ويڙهي ويون هِن سرحدون،
هاڻ هرڪا آس ايذائڻ لڳي.

چوديواريءَ جي اندر خُود کي ڏسي،
بي زبان گونگي ٻہ ڳالهائڻ لڳي.

مچّ تي موتيو "ستايل" هو نہ پر،
اڄ لڳن کي لُڪ لهسائڻ لڳي!



پيٽ خاطر آدمي لاچار تي،
ريت رسمن کان وَيو بيزار تي.

آ جيئڻ جي آرزو جاڳي پئي،
زندگي گھرجي وري ٻيهار تي.

نيٺ کھڙي ڳالھہ آ مجبور ڪيو،
ياءُ پنھنجي ياءُ کان ويو ڏار تي.

هي بہ پنھنجي ديس جي ڄائي تہ هئي،
ويئي پنھنجن وچَ ۾ سنگسار تي!

چند جھڙيون راتيون گھرجن اجا،
چاندني گھرجي اجا چوڌار تي.



تي چاهتون ختم ٿيون، چؤطرف آ انڌيرو،
هن پيار جي چمن ۾، نفرت ڪيو آ ديرو.

ويٺا وري ٻه ساڳيا، هر گس مٿي شڪاري،
دهشت جي ڄار ۾ پيو، تڙپي امن جو ڳيرو.

هن کي ضمير کھڙو، هن کي کپي ٿي ڪرسي،
هن قوم جو ته دشمن، آ سنڌ جو وڏيرو.

انڌلٺ جي آس ۾ اڄ، آڪاش تي ڏٺو مون،
ڏسجي نٿو اجا پيو، ليڪن سو رنگ سنهرو.

ڪيئن ڏس ٻَيون بدلجن، دنيا جون حالتون اڄ،
پر پاڻ ۾ "ستايل"، آيو اجا نه ڦيرو!



چؤ هاڻ چمن جو ڇا ٿيندو، پؤنري جي لبن جو ڇا ٿيندو،
گُلشن ۾ خزان جي پهچي وئي، پوءِ يار گُلن جو ڇا ٿيندو.

آ شور هوائن منجهہ گهڻو، طوفان وري کو اچڻو آ،
جت وڻ وڏا ٿا پَٽ پَون، اُت ڪک پنن جو ڇا ٿيندو.

او مالهي! تون ڪن ڪولي ٻڌ، مان توکي هان مان توکي هان!
پاڻي بہ ڇڏيندين وڪٽي تون، معصوم وڻن جو ڇا ٿيندو؟

اي چوڪَر ڇَڏَ گُليل پَچي، ڳوڙهو نہ وهائج ڳيري کي،
ايڏو جي ڪرين تون پاپ پيو، پوءِ هن جي ٻچن جو ڇا ٿيندو.

آ خون سهانگو ماڻهوءَ جو، پر اَن مهانگو اٽڻ ڪان،
هي هيڏا هاڃا ڌرتيءَ تي، پوءِ پيٽ ٻکين جو ڇا ٿيندو.

هي مال پرايو ميڙي سڀ، تون بند ڪرين پيو بئنڪن ۾،
پنهنجو تہ "ستايل" سوچين ٿو، پر سوچ ٻين جو ڇا ٿيندو.



خشڪ چهرو ۽ پنل بئي ڳل اٿئي،
جڻ اکين ۾ آس جا بادل اٿئي.

پير پنهنجا ڪڻ سنيالي راهہ ۾،
رات اوندهہ ۽ پري منزل اٿئي.

ڇا تيو اڄ رات جي پيتو نہ تو؟
ڪنهن بکئي جي زندگي بوتل اٿئي!

سڀ اڌوريون خواهشون آهن اڃا،
موت وچ موٽي هتان موڪل اٿئي!

اي مسيحا! تون پَنيوُن رک پيار جون،
نفرتن سان هي جسم گهايل اٿئي.

جا تہ چاهيندي "ستايل" تو نہ ڇئي،
ڳالهہ دل ۾ سا اڃا اٽڪيل اٿئي!



وقت جي پيڙ ۾، بي ڪفن زندگي،
موت ڪان اڳ هتي، ٿي دفن زندگي.

روز رستن مٿي، ڪيس ڪيڏا ٿيا!
نيٺ جهوري ڇڏي، حادثن زندگي.

رنگ سارا هوائن ۾ گُم ٿي ويا،
هاڻ اُجڙيل لڳي ٿي، چمن زندگي.

ديس پنهنجو مگر، پوءِ به ڌاريان لڳون،
جڻ ته گذري پئي، بي وطن زندگي.

زندگيءَ جو پلا، مُلهه ڇو تو پُڇين؟
ڪئين هٽن ۾ ڪنيو، پيا گهمن زندگي!

ڪي ڳلي سان لڳائن پيا موت کي،
ڪي اکين تي رکيو، پيا چُمن زندگي.

اڄ وري ننڊ مان، ڪنهن اُٿاريو اچي،
خواب ٿي خواب ۾، هئي مگن زندگي.

هي ”ستايل“ سچي، ٿي غمن ۾ گذر،
خوبصورت هتي، ٿا چون زندگي.



دل چوي ٿي پيو سموري، زندگي تو تي لکان،
مان تہ پنهنجي خوبصورت، شاعري تو تي لکان.

تنهنجي چهري تي لکان ۽ تنهنجي وارن تي لکان،
ڪم دنيا جا ڇڏي بس، هر گهڙي تو تي لکان.

تو تہ اربي رات کي آ، ڏينهن جهڙي روشني،
چنڊ آئينو بنائي، چاندني تو تي لکان.

برپٽن ۾ باغ جوڙين، ۽ سُڪا ساوا ڪرين،
ٿي پياسن کي پيارين، سانوڻي! تو تي لکان.

تو سَٺا ڪيڏا سِتم هِن، سنڌ منهنجي اي امڙ!
هانءُ پرجي پيو "ستايل" اڄ وري تو تي لکان.



بي معنيٰ ڪٿين مرندا آهن، معنائن کي مؤت نہ ڏي!
اڃا تہ دل جون دل ۾ آهن، آشائن کي مؤت نہ ڏي!

ڇو تو ڇرڪ ڀرائين ايڏا، مون کي مُنهنجي ننڊ منجهان،
اڃا تہ خواب اڌورا آهن، ساپيائن کي موت نہ ڏي!

منهنجي لاءِ منهنجون لکڻيون، آهن سڀ اولاد جيان،
رات و ڏينهان رت ولوڙيم، رچنائن کي مؤت نہ ڏي!

جهڙو آهيان تهڙو آهيان، روڪ نہ ڪنهن جي ڳالهين کي،
هرڪو پنهنجو حق رکي ٿو، فتوائن کي مؤت نہ ڏي!

اندر منجهہ ٻوساٽ اڳيئي، وري گلن تي وار نہ ڪر،
ساهہ سين جو گهٽجي ويندو، هوائن کي مؤت نہ ڏي!

قوم قبيلا وٿ وسيلا، سڀ سُونهن تا ديس اندر،
هيڏي حد اورانگهي ڪنهن جي، سيمائن کي مؤت نہ ڏي!

برساتن جو ڪري بهانو، بند نہ ڪنهنجو پاڻي ڪر،
جيئن وهن پيا تيئن وَهن ڀَل، دريائن کي مؤت نہ ڏي!

مايوسيءَ کي مات ڀلي ڏي، مايوسيءَ کان مات نہ کاءِ!
منزل ملندي نيٺ ”ستايل“، ڳولائن کي مؤت نہ ڏي!



## سازش

پاڻ تہ ھڪڙي گھر جا ٻار،
پوءِ بہ الئہ چو آھيون ڌار!

موؤج، منجھان مھراڻ ھلي وئي،
باغن مان سرھاڻ ھلي وئي،
ڏيھہ سموري منجھہ ڏکار!

بند جڏھن کان پاڻي آھي،
ھرڪا اک نماڻي آھي،
ميرا منھن ۽ اٽيا وار!

وڏي مڇي پڻي نندين کي کائي،
اها بہ ڪنهن جي سازش آهي،
توڙي ڦاسن ساڳئي چار!

ظاهر مسلمان سڏائن،
پهرين پنهنجن جو حق کائن،
ڪَچ ۾ ڪاتي هٿ ۾ هار!

سُور بہ ساڳيا سک بہ ساڳيا
درد بہ ساڳيا ڏک بہ ساڳيا،
ساڳيا آهن غم- غُبار!

پاڻ سين جو پنڌ بہ ساڳيو،
مرڻ جيئڻ جو هنڌ بہ ساڳيو،
ساڳي منزل آهي يار!

واري واري سڀ جو وارو،
ويڙهہ سوا پيو ناهي چارو،
وقت ڪَيا ڏِس ڪيڏا وار!

اچو تہ بادل بڻجي برسون!
پياسي من تي پيهر ترسون!
ڪوتہ "ستايل" ٿئي سڪار!



# اَنِياءُ

انصاف هليو ويو، ماڻهن مان، آ هرڪو وينو ڪاڻڻ لئہ،
تو سيڪو پنهنجو پيٽ ڀري، هِت پنهنجي بک مٽائڻ لئہ.

هي ڪات ڪهاڙا لائين ٿو، چؤ ڪنهنجو سر وڃائين ٿو؟
ڇو ماڻهوءَ جو تو خون ڪرين، تون ٻئي جو حق ڦبائڻ لئہ!

ڇا هِن مان ڀربو پيٽ ڀلا، ڪُجهہ سوچي ڏس تون نيٺ ڀلا!
ڇو وات وڏو تو ڦاڙيو آ، هن ڳيري ڪي ڳڙڪائڻ لئہ!

هي درد ڀريو آواز تہ ٻڌ، هي سڏڪن وارو ساز تہ ٻڌ!
هي ڪوڪ نماڻي ڪويل جي، ٿي واجهائي ورنائڻ لئہ!

هي سنڌوءَ ڪناري شام وري، هر سهڻيءَ جي ٿي نام وري،
تون زوري ڇو تو ڏم ڏئين، هن مڪڙيءَ کي مرجهائڻ لئہ؟

هي ڪاري ناهي گوري آ، تو بند ڪئي ڇو زوري آ؟
هي سدا سهاڳ سدوري آ، ٿي ڀيدا پيار وڌائڻ لئہ.

هي گيت "ستايل" ڇيڙيو تو، ڇڻ پٽرن کي آ تيڙيو تو،
تن ماڻهن کي آ ميڙيو تو، جي ڳرن پيا ڳالهائڻ لئہ.



# سنڌوءَ

تون ڳالهہ ڪرين ٿو دشمن جي، مان وهندڙ وهندڙ واهن جي،
تون سنڌ سُڪائڻ چاهين ٿو، مان ساون ساون گاهن جي.

هي سنڌو منهنجو ساهہ اٿئي، هر وستيءَ جو ويساهہ اٿئي!
هي سنڌو هر هر وهٽو آ، هن قوم کي زندهہ رهڻو آ.
هي ٿهري ڪالاباغ وري، تو درد نوان ڏي داغ وري،
هي ڪائي جو تہ گلاس ڪٽي، تون ڏيکارين ٿو ماڻهن کي،
هي ماڻهو سڀ ڪجهہ سمجهن ٿا، هي زهر پيالو ڪيئن پيئندا؟
جي پيٽو پيو سو پيئنداسين، پر پاڻي مور نہ ڏينداسين.

هي ڪرسي اچڻي وڃڻي آ، هي ڪرسي مور نہ رهڻي آ،
هي ڪرسي تي انصاف گهري، هي ڦيرو پيو ٿو روز ڦري،
جو هٺ ڪري سو هيٺ ڪري، قانون اهو قدرتي آ،
تو ڪيڏو وڻل وهايو آ، ۽ تڙ تڙ تي تڙپايو آ،
تو منهنجن منڙن مارن کي، هڪ سُرڪيءَ لئہ بہ سڪايو آ،
هي بدلو توکان وٺنداسين، جيسين بہ "ستايل" جيئنداسين.

تون بند ٻڌين ٿو پاڻيءَ کي، مان مڪڙي مؤج ملاحن جي،
تون ڳالهہ ڪرين ٿو دَشمن جي، مان وهندڙ وهندڙ واهن جي.



# جيون سفر

سڄي زندگاني، رڳو جهاڳ آهي،
نہ ڪوئي ٺڪاڻو، نہ ڪو ماڳ آهي،
اها ڇوٽ ڇولين جئن ڇڙواڳ آهي،
نہ ڪوئي ڪنارو، نہ ڪوئي ڪپر آ-

اڳيان يار ڇاهي، پتو ڪوبہ ناهي،
مگر قافلو پوءِ بہ هرڪو پيو ڪاهي،
پٺيان وقت وينو سندن ڳاهہ ڳاهي،
انهيءَ کان تہ بندو، بنهہ بي خبر آ-

لکين خواهشون ۽ لکين خواب آهن،
لکين يار سوچن جا سيلاب آهن،
جي ميلا بہ آهن، وڇوڙا بہ آهن،
عجب رنگ دُنيا سندو هي چڪر آ-

اجا ڪالهہ آيو، مگر اڄ وڃي پيو،
رهيو رات هڪڙي، هو پاڻ ٿي مڃي پيو،
نہ چاهيندي سيني کان پيرو پڇي پيو،
قصو آ وڏو پر، بٽيو مُختصر آ-

هي دردن جو درياءَ، اتئي پار ڪرڻو،
آ مرڻو "ستايل!" اڳي پوءِ بہ مرڻو،
جڏهن سر تي آئي، اتئي پير پرڻو،
اهو موت سڀ ڪنهن سندو منتظر آ-

ڏکيو يار ڏاڍو، هي جيوَن سفر آ،
ڪٿي ڇيهہ تيندو، نہ ڪائي خبر آ.



## اسين سڀ اياڻا

اسان جي ثقافت، ۽ ٻولي بہ ساڳي،
ڏني ماءُ جيڪا، سا لولي بہ ساڳي،
ائين ڇو نہ ٿياسين جٽين سنگ- ۾ داٽا؟

اڃا نفرتن جو ڀڳو جندبُ ناهي،
ستارا تہ اُڀريا چڙهيو چندبُ ناهي،
اسان جا تہ راهن ڪيا سَنڌ ساٿا-

هتي جون هوائون اڃا تيز لڳنديون،
ڇپر ڇٽ سارا اڏائي ڇڏينديون،
امن جا پکي سڀ اڏاٽا اُڏاٽا-

اسان ڪان تہ سنڌوءَ جو پاڻي ڪٽي ويا،
هلي ڏس تہ ڪيڏو هو ڏاڙو هٽي ويا،
رهيا ڪو نہ ساڳيا اڄها سي اباٽا.

اسان کي تہ پنهنجن هٿن سان لٽيو آ،
سياست جي نالي تي ڪيڏو ڪُٺو آ،
اُهي جيڪي پئسن تي آهن وڪاٽا-

اڳي جيڪي ٻارن جي ڳالهين تي اٽڪيا،
اهي جيل ڏاڻن ۾ ڪيڏو تہ ڀٽڪيا،
اڃا ڏائين وڻا روئن رت سي راٽا-

ڪيو اڄ آ قاتل مٿان منهنجي مارو،
سياڻي "ستايل" آ سيني ۾ جو وارو،
ذهن ۾ رکيا هِن اڃا زنگ پراٽا!

پري آهہ منزل، پري هن نڪاٽا،
اياڻا اياڻا، اسين سڀ اياڻا!



# امرتا

زندگيءَ جو اگر زهر مرڪي پيئان،
پوءِ امر ٿي وڃان پوءِ امر ٿي وڃان.

نفرتون نفرتون، زندگي نفرتون،
سي مٽائي سيئي پيار اربي ڇڏيان-
پوءِ امر ٿي وڃان.

چنڊ ناهي تہ ڇا، ڏُنڊ آهي تہ ڇا،
خود جلي رات کي روشني جي ڏيان-
پوءِ امر ٿي وڃان.

رنگ سارا ڪٽي، پن ويا جي ڇٽي،
آئيني جئن سيئي، عڪس اوتي ڇڏيان-
پوءِ امر ٿي وڃان.

آڳ جي اُڃ ۾، روح جي رُڃ ۾،
سڪ جي سِڄ جو، سمنڊ جي ٻي وڃان-
پوءِ امر ٿي وڃان.



# پيار کي وڌائجي

ڌِڪار کي گھٽائجي، ۽ پِيار کي وڌائجي،
وڌائجي وڌائجي، ۽ پِيار کي وڌائجي.

ڇڏي هي روز رنجشون، اچو تہ سڪ ورهائيون،
گھٽِي گھٽِي ڪٺي خوشيون، اي دوست! مُسڪرائجي.

اچو تہ تر جي ٽاڪ ۾، پرهہ ڦٽيءَ جو ماڪ ۾،
سنڌوءَ جي خاڪ پاڪ ۾، نئين ڪا سُونهن سمائجي،

ائين نہ ڪنهن تي ڪُرڪجي، جي ٿي سگھي تہ مُرڪجي،
نہ ڦٽ تي لوڻ ٻُرڪجي، جي ٿي سگھي مِٽائجي.

آ شور ڪيڏو گھنڊ ۾، اسين اجا بہ ننڊ ۾،
وري وَٺيَ جي مُند ۾، نئون ڪو گيت ڳائجي.

نہ ڪنهنجو گھر اُجاڙجي، نہ ڪنهنجي حد لتاڙجي،
نہ ڪنهن جو ڪم بگاڙجي، جي ٿي سگھي تہ ناهجي.

اسان تہ پنهنجي ماڳ ۾، رهون ٿا ڏک ڏهاڳ ۾،
اجاڳ ۾ يا جاڳ ۾، اي دوست! دل نہ لاهجي!



# عجب آ ڪهاڻي!

اڙي تنهنجي آدم عجب آ ڪهاڻي!
نہ شروعات جنهنجي نہ جنهنجي پڄاڻي!

ڪڏهن گل گُلابي ڪڏهن خار آهين،
ڪڏهن چنڊ چوڏينهنءَ چمڪدار آهين،
ڪڏهن جهور پوڙهو ڪڏهن ٻار آهين،
ڪڏهن تنهنجي خوشبوءِ هوا ۾ اُڏاڻي.
اڙي تنهنجي آدم عجب آ ڪهاڻي!

ڪڏهن پيٽ توکي ڀِڪاري بنايو،
ڪڏهن شوق توکي شڪاري بڻايو،
ڪڏهن توکي غربت ڏوهاري بڻايو،
ڪڏهن منجهہ محلين مزا ويٺو ماڻي!
اڙي تنهنجي آدم عجب آ ڪهاڻي!

ڪڏهن بت شڪن ۽ ڪڏهن بت پرستي،
ڪڏهن چٿين مران تو، ڪڏهن هوڏ هستي،
هتي موت سڀ جي مٽائي تو مستي،
نہ رهندو ڪو راجا نہ رهندي ڪا راڻي!
اڙي تنهنجي آدم عجب آ ڪهاڻي!

دنيا تي حڪم تون هلاءِ ٻه چاڙهين،
جهازن کي اوچو اڏائي ٻه چاڙهين،
دريائن جو رُخ ڀي مَٽائي تو چاڙهين،
نہ چاڙهين سُڪائي ڪٿي اک جو پاڻي!
اڙي تنهنجي آدم عجب آ ڪهاڻي!

اڃا تو نَہ سمجهيو صدين جي سفر کي،
اڃا تو نہ سمجهيو دنيا جي چڪر کي،
هوائن فضائن ڪنارن ڪپر کي،
اڃا ڪُوڪ ڪويل جي آهي نماڻي!
اڙي تنهنجي آدم عجب آ ڪهاڻي!

اڃا توکي ماڻهن سندو قياس ناهي،
اڃا ڪنهن جي آهُن جو احساس ناهي،
دنيا منجهہ ڪيڏو نہ هيراس آهي،
اڃا ٿي نہ دهشت جي آهي پڇاڻي!
اڙي تنهنجي آدم عجب آ ڪهاڻي!

بُرائي ٻہ تو ڀي ڀلائي ٻہ تو ڀي،
ڪُپت ڪوڙ ڪِينو ڪچائي ٻہ تو ڀي،
سموري "ستايل" سچائي ٻہ تو ڀي،
اها ٿي تہ تنهنجي آ فطرت پراڻي!
اڙي تنهنجي آدم عجب آ ڪهاڻي!



# اڪيلو اڪيلو!

اڪيلو آ اڪيلو آ، هتي هرڪو اڪيلو آ،
لڳي آ ساهه جي سڀ کي، نه ڪنهنجو ڪنهن سان ميلو آ-

اسان جي ديس جي هاري، ڏکن ۾ زندگي گهاري،
بڻيو آ قرض ۾ ڪارو، مٿان ٻي بک بيماري،
اُپائي ان تو ليڪن، نه ڪائڻ لاءِ ويلو آ-
هتي هرڪو اڪيلو آ!

ڏٺي ڏاڙيل پيا سڏجن، حرامين جي تہ واري آ،
پراوا پڙ پراوا هن، ڪٿي پنهنجن غداري آ،
سمورا وڻ ويا وڍجي، لِڪڻ جي لئہ نہ ٻيلو آ-
هتي هرڪو اڪيلو آ!

نہ ڪا مهراڻ ۾ مستي، نہ ڪي چوليون نہ ڪي ٻوليون،
پيا پاڻيءَ جي سرڪيءَ لئہ ڪڪر آڪاش ۾ ڳوليون،
نہ ڪي ساوڻ لڏيون ساروڻ، نہ ڪي سندوءَ ۾ ريلو آ-
هتي هرڪو اڪيلو آ!

اچا سيارو سچو پيو آ، نہ پٽسو آ نہ ڪي پاڻي،
چيم ڪٽڪن مان ڪُجهه ٿيندو، ڪري ڪان اڳ ويس ڪاٺي،
الا! ٻيو چانهه پاڻيءَ لئہ، ڪُڪڙ ٻڪري نہ چيلو آ-
هتي هرڪو اڪيلو آ!

ڀَنجهو تي وونئڻ بينا هِن، نہ پيارڻ لئہ مليو پاڻي،
سموري سنڌ سورن ۾، "ستايل" تي پئي ساڻي،
سُڪي وئي پوک هر ڪائي، ڪمند ساري نہ ڪيلو آ-
هتي هرڪو اڪيلو آ!



# اَمن جو گيت

نفرتن جا ديرا ڊاهيو،
الفت جا تہ بسيرا ناهيو!
غربت جا آثار مٽايو،
خوشحاليءَ جو چار وڇايو!

مانيءَ لئہ محتاج آ ماڻهو،
پيٽ ٻُکيي جي آگ اُجهايو!
مندر مسجد گرجا گهر ۾،
گيت امن جا گڏجي ڳايو!

اوير ڪان اڄ اولهہ تائين،
دنيا کي آزاد بنايو!
بارودن کي باهيون ڏيئي،
سرحدن تي گُل سجايو!

جنگ تباهي، جنگ نہ گهرجي.
هاڻ اُمن ڏي وک وڌايو!
توبن ۽ ٽئنڪن جي منهن تي،
ڳيرن جا آکيرا ناهيو!



## تو بنا

هر چمن هر بهار تو بنا بيقرار،
هرڪلي هر پڪار تو بنا بيقرار.

چانڊنيءَ ۾ گل ڪِلن ماڪ ۾ تا ڪُل پِڄن،
آءُ تن کي ڏي قرار تو بنا بيقرار.

رات جو آ رخ مثيل پوءِ بہ تو لئہ در ڪليل،
آهہ تُنهنجو انتظار تو بنا بيقرار.

لهر لهر ۾ هوا آ اُداس تو سوا،
هي نديون هي آبشار تو بنا بيقرار.

دور دور ڪان اچن بادلن جئن لُڇن،
تُنهنجون يادون بار بار تو بنا بيقرار.

نہ سونهن دل جي باغ ۾ نہ روشني چراغ ۾،
هر پکي هر اُڏار تو بنا بيقرار.



# سنڌ نامو

هر شام غم ۾ گذري، راتيون اُداس آهن،
چهرا اُداس آهن، باتيون اداس آهن.

پڙلاءُ مليو نہ ڪوئي، بَن ۾ صدا رُلي وئي،
آخر بهار ۾ هي، ڪهڙي هوا گُهلي وئي؟
ڪوئيل اداس آهي، لاتيون اُداس آهن.

ڪکرن جا رنگ سارا، اڄ سي لڳن ٿا ٻاڙا،
راتيون ٿڪيون ٿڪيون ۽- بيچين هن ڏهاڙا،
اندلٺ اُداس آ برساتيون اُداسَ آهن.

جو ڏاڍ جي اڳيان اڄ، تنهنجي نظر جُهڪي وئي؟
هر ماءُ جي ٿڃن مان، اڄ تَڃ پي سڪي وئي،
چوليون اُداس آهن، ڇاتيون اداس آهن.

اڄ ٻاڪ جي چپن تي، ساڳي سان مُرڪ ناهي،
سنڌوءَ جو پيٽ خالي، پاڻيءَ جي سُرڪ ناهي،
خاموش هن پکي پرياتيون اداس آهن.

قانون پي لچي تو، انصاف ٽياس تي آ،
ڌرتي اسان جي آ پر، ڌارين جي قياس تي آ،
سڀ جون اکيون امن لئہ، آتيون اُداس آهن.

اڄ تائين سي نہ پرتا، راتين ۾ جي رُسي ويا،
ڪنهن کي لِکي ڏسين تو، هرڪو آ تنها تنها،
ڪکرن مان چندَ! تنهنجيون، جهاتيون اُداس آهن.

اي شاهہ! سنڌ تنهنجي، اڄ آب لئہ سڪي تي،
ڇا ڏوهہ آ انهيءَ ۾، پنهنجو ئي حق گهري تي،
تو جي وکون "ستايل!" پاتيون اداس آهن.



# احساس

سچو جيوَن تماشو آ بڻي هر ڳالهہ رسوائي،
ويو احَساس ماڻهن مان هتي هرڪو تماشائي!

هيئنر هي چنڊ جون راتيون سياٽي ڏينهن سانوڻ جا،
پرهہ جو ڪوڪ ڪويل جي مٿان هي مينهن سانوڻ جا،
اڪيلائي اڪيلائي فقط آهي اڪيلائي!

وڃن بوندون وسائينديون صبح جي ويل هي ڪڪريون،
هوائن جي اشارن تي وري جي پاڻ ۾ ٽڪريون،
نظارو ڇا نہ دلڪش آ مگر تنهن ۾ بہ تنهائي!

وري معصوم چهرن تي وڏا هي داغ دهشت جا،
وري وحشين ڪيا آهن وڏا ڪي وار وحشت جا،
وري مُڪڙيون ڇٽيون آهن وري موٽي خزان آئي!

هزارين حادثا جِيوَن سندو حصو ويا بڻجي،
فقط اخبار جي ڪالم سندو قصو ويا بڻجي،
نہ ڪنهن انصاف پاتو آ نہ ڪنهن جي دانهن ورنائي!

ڪڇون ڪنهن سان پڇون ڪنهن ڪان وڃايل حق وٺون ڪنهن ڪان؟
هٽي ويو ڪير هي ڏاڙو "ستايل" ڇوُ پڇون ڪنهن ڪان؟
مليا پئسا غريبن لئہ، وڏا ماڻهو ويا کائي!

سچو جيوَن تماشو آ بڻي هر ڳالهہ رسوائي،
ويو احَساس ماڻهن مان هتي هرڪو تماشائي!



# سفر!

رات جي آغوش ۾ هي انتظارن جو سفر!
بس ائين هلندو رهي تو بيقرارن جو سفر!

چنڊ پي ڪنهن قافلي جي جڻ قيادت پيو ڪري،
هر ستارو جڻ تہ هن جي حاضري ويٺو ڀري،
پر ٿَڪن ئي ڪين ٿا هي، پنڌ جي آهي پري،
بس الئہ ڪيڏانهن ويندو هي ستارن جو سفر؟

لهر پويان لهر آئي ۽ وري موٽي وئي،
چو ائين ٿيو ۽ ٿئي پيو ڪَل اجا ڪنهن کي نہ پئي،
”ڪو ٻُڌو ۽ ڪو تري پيو!“ ڳالهہ پئي مون سا ڪئي،
تيز طوفانن مٿي هي رهگذارن جو سفر!

جي خزائن ۾ رلي ويون سي وري اينديون ڪڏهن؟
۽ چمن کي رنگ پنهنجو سي وري ڏينديون ڪڏهن؟
هر طرف ۽ هر گهٽيءَ ۾ چؤ! خوشيون ٿينديون ڪڏهن؟
شل نہ پهچي ڪو پڄاڻيءَ تي بهارن جو سفر!

ڪي مليا هر موڙ تي ۽ ڪي رُلي ويا رُڃ ۾،
ڪا تہ لُڙه ۾ وئي لڙهي ۽ ڪا تہ سسئي سڄ ۾،
ڪي تہ پياسا ئي رهيا هت هِن اياڳي اُڄ ۾،
بس اهو ئي آ ”ستايل“ عشق وارن جو سفر!



# لوچ

سانوڻ جي برسات لچي ٿي، چانڊوڪيءَ جي رات لُچي ٿي،
هيڏي لچ پُڇ ۾ او سانول! تَن ۾ تنهنجي تات لچي ٿي.

پياسو جيَون خواب اڌورا،
ڪونہ ٿيا هي سپنا پورا،
رهجي ويا ارمان سمورا،
تنهنجي وائي وات لُچي ٿي.

بَن ۾ سارا مور لچن ٿا، چوڏس ڪئين چڪور لچن ٿا،
لگ سوين ڪمزور لچن ٿا، ڪويل جي هر بات لچي ٿي.

اڄ بہ اُها ٿي تر جي جائي،
تو تہ عمر آ قيد بڻائي،
وات نہ جنهن جي ڀي ڪا وائي،
مارن لئہ محلات لچي ٿي.

ماڻهن جا احساس لُچن ٿا، لچن پچن ٿا پر نہ ڪچن ٿا،
روز مَرن ۽ روز جيئنِ ٿا، بند لبن تي بات لچي ٿي.

سنڌوءَ جي تهذيب لُچي ٿي،
شاعر جي تخليق لُچي ٿي،
جتي "ستايل" ڪانہ ڪچي ٿي،
اتي ڏکن جي ذات لچي ٿي.



# پُڪار

رحمت جي برسات وَسائي،
جيڪا ڏينهن ۽ رات وَسائي.

ترسي ترسي نيڻ ٽڪي پيا،
هاڻ گهڙي ڪا سا نہ وَسائي.

ٽر پپيهو روز پُڪاري،
ساڳي وائي وات وَسائي.

جڳ ۾ آهيان جهڙو ناهيان،
مون تي پنهنجي ذات وَسائي.

پياسو رُڃ ۽ پياسو جِيَون،
ڦڙي ڪڪر مان ڪا نہ وَسائي.

ڏيهہ سمورو ڏولاوَن ۾،
خوشين جي بارات وَسائي.

سال "ستايل" سڪ ۾ گذريو،
تَن ۾ ڪيڏي تات وَسائي!



# اجا تہ....

اجا تہ مون ڪُجھہ لکيو ئي ناهي، اجا تہ مون ڪجھہ چيو ئي ناهي،
اجا جيئڻ ڏيو اجا لکان مان، اجا تہ دفتر پريو ئي ناهي.

اجا تہ ٿر جي پٽن تي لکجي، شهر شهر ۽ گهٽين تي لکجي-
۽ چڪَ چولين منجهان هلي وئي، سنڌوءَ جي لهرن ڪپن تي لکجي،
اجا تہ ڌرتي اُجي آ ڪيڏي، اجا تہ پاڻي پڳو ئي ناهي.

اجا تہ ريت ۽ رسم تي لکجي، ۽ ڪوڙي وعدي قسم تي لکجي،
اجا حقيقت سڄي اڌوري، اجا تہ دنيا ڌَرم تي لکجي،
اجا تہ ٻيو ڪجھہ گهٽو رهيل آ، اجا تہ پردو هٽيو ئي ناهي.

اجا لکڻ لئہ بهار تڙپي، اُداس ڪوئل پُڪار تڙپي،
اجا شڪاري اهي ئي ساڳيا، پکيءَ پکيءَ جي اُڏار تڙپي،
امن جون ڳالهيون سيئي اڌوريون، اَمن تہ ڪنهن کي مليو ئي ناهي.

اجا تہ ڪيڏا اڪين ۾ ڳوڙها، اجا تہ ساڳيا وري وڇوڙا،
اجا تہ ماڻهو مرن پِيا هت، اجا تہ ساڳي آ گهوڙا گهوڙا،
اجا تہ راهن چڙهيو آ رولي، اجا تہ ميلو متو ئي ناهي.

اجا اندر ۾ درياءُ آهي، اجا تہ ساڳيو لقاءُ آهي،
اجا تہ ساڳيا زخم سُجهن ٿا، اجا تہ تازو هي گهاءُ آهي،
اجا لکڻ لئہ جمار گهرجي، اجا "ستايل" کُليو ئي ناهي.



# عيوض

غمر زندگيءَ جا آهن، ٿوري خوشيءَ جي عيوض،
سودو تہ موت سان ٿيو، هت زندگيءَ جي عيوض!

ڪنهنجي تہ گهر ۾ ماتمر، ڪنهن جي تہ گهر ڏياري،
ڪنهنجو شڪار پيو ٿئي- ۽ ڪو بڻيو شڪاري،
ڪنهن کي مليو انڌيرو، آ روشنيءَ جي عيوض!

ڪنهن وٽ ڪٽون بہ ڪونهي، ڪو پيو لڪن سان کيڏي-
۽ ڪو ڇمار ساري، وينو ڪکن سان کيڏي،
پئسن کي پڳ ٻڌي وئي، هت آدميءَ جي عيوض!

اي ڪاش! وقت کي تون، واپس وري ورائين،
ٻچپن جا ڏينهن ڇا پر- ڪو پلُ جي پَسائين،
توکي ڇمار ارپيان، هڪڙي گهڙيءَ جي عيوض!

انڪار ڪيئن ڪيان مان، اِبليس ڪيئن ٿيان مان؟
وک وک مٿي "ستايل"، سَجدا سوين ڏيان مان،
پر جي خدا ملي پئي، هن بندگيءَ جي عيوض!



# احساس محرومي

جُوءِ ڏادي تتل، منهن سج جا لتل،
تا لڳن اي پرين، نيڻ سج جا پنل!

سانت چانيل رهي رات ڪاري مٿي،
چندُ ڪنهن پيي ڏئو، ڪونہ واري مٿي،
ماڻ جي نندُ ۾ لوڪ سارو سُتل!

سُونهن سورج جيان، وئي لڪن ۾ لهي،
پيار پورو نہ ٿيو، آس اڌ ۾ رهي،
سا تہ اُجڙي وئي، راند هُئي جا رتل!

ڇا ڪُڇون ڇا پُڇون، ڪُجھ نہ ڇئي تا سگھون،
جڻ لڪي ۽ ڇُپي ساھ پيا تا ڪٽون،
وقت جي ديوَ ڪان هرڪو آهي ڊنل!

زندگانيون ڪسي، ٿو جوانيون ڪسي،
مؤت جو ديوَ ٿو روز جانيون ڪسي،
ٿو اُجاڙي سوين روز ميلا متل!

جُوءِ ڏادي تتل، منهن سج جا لتل،
تا لڳن اي پرين، نيڻ سج جا پنل!



## سنڌ جي صورت

نہ ساڳي چڪ چولين ۾، سچو مهراڻ خالي آ،
صدين کان جو هيو وهندو، سنڌوءَ سرواڻ خالي آ!

سُکي آ سنڌ وٺي ساري، اُڏامي پئي رڳو واري،
اُهو ٿي وڻ اها ٽاري، وٺي سُرهاڻ خالي آ!

هي هيڏو روج ۽ راڙو، تڏهن پيي چُپ رهيو پاڙو،
هٽي ويو ڪير هي ڏاڙو؟ نہ پئي ڪا ڄاڻ خالي آ!

لڳل هر شام تي پهرو، لٽل آ چنڊ جو چهرو،
زخم هر رات جو گهرو، متي ڪاراڻ خالي آ!

ڪٺي پنهنجن دغائي آ، تڏهن آفت هي آئي آ،
ڳچيءَ ۾ پئي چڳائي آ، هتي سڀ هاڻ خالي آ!

هتي موسم گلابن جي، لڳي تي ڇڻ عذابن جي،
نہ ڪر تون ڳالهہ خوابن جي، اکين آلاڻ خالي آ!

جتي وهندا هيا واهڙ، جتي سُهٽي جتي ساهڙ!
”ستايل“ ويا سُکي سي تڙ، بچيو اُهجاڻ خالي آ!



## وقت

وقت سان رک دوستي،
وقت جي ڪر بندگي.

وقت اوندھ جو آ گھر،
وقت آھي روشني.

وقت ڏي جو موٽ ۾،
مرڪندي سو جام پي!

وقت جو احساس ڪر،
وقت شيءِ آ قيمتي.

وقت اعليٰ بخت آ،
وقت تبديلي وڏي.

روز تي سڀ کي سڏي،
وقت جي ھر ڪا گھڙي.

يادگيرين کي ڇڏي،
وقت ويندو آ وڏي.

وقت گُلدستو بہ آ،
وقتِ ڪنڊن جي پري.

وقت جي طوفان ۾،
ڪٿين ”سڪندر“ ويا لڙھي.



# اُنهن جي عيد ڪيئن گذري؟

اکيون مسجد سندي در ۾، انهن جي عيد ڪيئن گذري؟
نہ ڪائڻ لئہ اٽن گهر ۾، انهن جي عيد ڪيئن گذري؟

ڪي پاڙي ۾ بُکيا هوندا، تون ڄاڻي تو ڏکيا هوندا،
پُڇين تو ڪونہ ڪنهن پر ۾، انهن جي عيد ڪيئن گذري؟

وڏيرا هي سندءِ هاري، نہ جن وٽ ڪا ہنيءَ ٻاري،
وهن ٽا روز بيگر ۾، انهن جي عيد ڪيئن گذري؟

نڪي ماڙيون نڪي بنگلا، هي ماڻهو هِن سدا ڪنگلا،
اجوڪي ڏينهن بازر ۾، اُنهن جي عيد ڪيئن گذري؟

پيو بوتل ۽ برياني، اوهان لئہ عيد روزاني،
هتي هوندي بہ جي ٽر ۾، انهن جي عيد ڪيئن گذري؟

”ادیَ ڇاڙهي، ابي ڇاڙهي، نہ مون ڇاڙهي، نہ ڪنهن ڇاڙهي،“
هتي هِن ههڙي منظر ۾، انهن جي عيد ڪيئن گذري؟

نہ ڪي رشتو اٽئي رت جو، اٽئي هي دؤر دولت جو،
پِتوُن آهن بہ جي پر ۾، انهن جي عيد ڪيئن گذري؟

اڌورا خواب اکڙين ۾، سوين سيلاب اکڙين ۾،
اجا ڪجهہ بيو بہ اندر ۾، انهن جي عيد ڪيئن گذري؟

نہ ڪي ڪپڙا، نہ ڪي خرچي، ”ستايل“ ڪيئن رهن سرچي،
يلا ٻارن جي ٻَر ٻَر ۾، انهن جي عيد ڪيئن گذري؟



## بيت

سُور! وچين وسري، پار نہ تنهنجا ڪو پٽي،
ڏنگ ڏکن جا تو هٽين، نانگ جيان نڪري،
ماکيءَ ۽ مصريءَ، جهڙو جِيوَن زهر ڪيئي.

•

سُور پوئي ڪو پُور، وچين شل وُجود مان،
ڪيڏا گهرا تو ڪيا، نس نس ۾ ناسور،
وچين ايڏو ڏور، جوُءِ نہ آدم جي جِتي.

•

اهڙو جِيوَن چو مليو، جنهن ۾ رڳو سُور،
”ستايل“ سرور، ڪڏهن پاتو ڪينڪي.

•

مون کي عشق عطا ڪئي، دُکن واري دڳ،
پُورن ٻڌي پڳ، سکن مٿان سُورَ جي.

•

آيا اُتر واءُ جيئن، سُور ٻڌي سندرو،
ڏيئي ڏکَّ ٻَرو، وينا هن وجود ۾.

•

مون ياڻيو پوءِ موت کان، دُکڙا تيندا دُور،
پر ”ستايل“ سُور، اجا ساڳيا تا سُجهن.

•

ڪر تون غرق غُرور، غُصي کي غوطا ڏئي،
پوءِ تون وڃي پهچندين، حاضر منجهه حضُور،
ڏکڙا ٿيندئي ڏُور، هِن ۽ هُن جهانَ جا.

•

ڪيڏو تڪڙو پيو لهي، جِيوَن سندو سج،
ڪالهه جئيو پئي ٻج، اڄ پيو لابارو ٿئي.

•

سُرو ڪائي جيئن، ڪاٽي سائي تو ڪَري،
وقت ٻـ ڪري تيئن، ماڻهوءَ جي چمار سان.

•

جوين کي ويڙهي وَيا، پيريءَ جا آثار،
واچوڙي جيئن وار، ڪيا وقت وجود تي.

•

خود سين هم ڪلام، ٻُٽ ٻـ ٻَري ڪان ٻُڇن،
ڪيڏو ٻُرو تو لڳي، پيريءَ جو انجام،
وينو ڪٽي شام، پوڙهو پاڇولي پٺيان.

•

ڪانہ پئي ڪا ڄاڻ، ڪيئن هٿن مان وئي هلي،
هڪ جوانيءَ ڪاڻ، پوڳيون جِيوَن پيا سڄو.

•

هرڪو وڃي پيو هتان، وڃائي وارو،
ڪيڏو جلدي تو وَرِي، اچي اُونهارو،
سيارو ويچارو، گذريو وڃي گسَ ۾.

•

جهڙا آيا جڳ، تهڙا ئي موٽي وَيا،
ڪئين وڃوڙي وڳ، موت متاهون تِي وَيو.

●

ڇا لئہ وينو تون وجهين، پِستل ۾ گولي،
هي جا خالي ٽي ڪري، جيجل جي جهولي،
ٻِي نہ ٻُڌي ٻولي، ريلا پَسي رت جا!

●

’الا! باز مَرن، شال نہ بحري ڪو بچي،‘
وينا وچ وٽن ۾، ڳيرا ڳالهيون ڪن،
آمن سان اُڏرن، ڪبوتر آڪاش ۾.

●

سَر جي ٻُوڙي ۾ لِڪي، ڇُڻ ڇُڻ ڪَئي ڇُهي،
ڏانئي سان ڪهي، ياءَ ڇڏيو ٻئي ياءَ ڪي!

●

اڳ نہ ٻڌو سين يار، هينئن بہ ٿيندو آ ڪڏهن،
چور چُرائين مال پيا، ياڳيا چوڪيدار،
هاڃا لک هزار، ڪيڏا پنهنجي قوم سان!

●

ساڳي ڌرتي پل هجي، توڙي ساڳيو سج،
بنا پاڻي ٻج، ڪوبہ نہ ايُرندو سَلو.

●

هونءَ بہ تہ هر ڪنهن چيز جو، پاڻي آهي ٻج،
توڙي سوين سج، اُيرن ڌرتيءَ جي مٿان.

●

هي جي ننڍڙا ٻار جيئن، ٿلواڙيءَ ۾ ٿول،
صبح جو اسڪول، جهڙو باغيچو ٻٽيل!

●

پاڻي پهرين شرط، باقي ڳالهيون پوءِ ٿيون،
وَرنہ سنڌوءَ سِير ۾، وهندو ريلو رت،
هاڻ نہ ڪا حرڪت، سهندي سنڌ پنجاب جي.

●

نيٺ تہ ڪندو ڇيهہ، سُڪل پاڻيءَ جو قصو،
ڪيسين مرندو اُڃ ۾ سمورو ساٽيهہ،
آخر سارو ڏيهہ، ڪڙو ٿيندو ڪُوهہ تي.

●

اڃا ڪنهن جي ڪاڻ پيو، لهي اُيري سج،
اڃا ٻَني ٻج، منجهان اُيري پيو سلو.

●

اڃا ڪنهن جي ڪاڻ، سج سلامي پيو ڀري،
اڃا چوڏينهن چنڊ ۾، ساڳي آ چانڊاڻ،
گُلن مان سُرهاڻ، اڃا ساڳي پئي اچي.

●

اڃا ڪنهنجي ڪاڻ پيا، وسن ساوڻ مينهن،
اڃا ساڳيا ڏينهن، ساڳيوُن راتيون پيون اچن.

●

جِيوَن صحرا سُڃَ، جنهن ۾ ويراني سُجهي،
اندر اوبڙ عشق جا، رُوپ مٿاهون رڃ،
اڃ تہ لهي اُڃ، ڪڪر ٻڌجي قرب جو.

●

عشق نہ اهو آهہ، پاڻ چڙايو پيو وَڃين!
آخر کھڙي عشق جو، ڳاهين وينو ڳاهہ؟
سوچين وينو ساهہ، سسئي ڏسي سور ۾!

•

آن تہ آ ايمان، بنا ان ايمان ڇا،
پھرين پُڇن پيٽ کي، هِندُو مسلمان،
تنهن کان پوءِ انسان، ڇگو مذهب تا ڇون.

•

پرهہ کن پچار، پورهيت پنهنجي پيٽ جي،
سنجهي ساڳي سار، الا! رات اُڪارئين!

•

توکي ڳٽتي راند جي، مون لئہ بکيو پيٽ،
چاندوڪيون ۽ چيٽ، بي معنيٰ تيا بک ۾.

•

بک بہ کيڏي بُک، ماڻهو بکيا پيا مرن،
سرهايون ۽ سُک، سنڌ نہ پَسي تي ڪڏهن.

•

سنڌوءَ سارو ويو سُکي، سنڌ سڙي پئي يار!
هرکو پنهنجي ڏار، چاڙهي وينو ديگڙي!

•

آئي تي جنهن چيٽ مان، سَرنهَن جي سُرهاڻ،
اُن زمين تي هاڻ، آک ڦُلاريا اوڄ مان.

•

ٻُڌجي پيئي باغ مان، ٺُڪ ٺُڪ ڪهاڙي جي،
هي سڀ ٻاٽي رِيءَ، هيڏو حشر پيو ٿئي.

•

جتي جر زمين، اُتي اڏجن جُهوپڙا،
خالي اَيُ تڪين، ٻاٽي جِن پَري ٿِيو.

•

بنا سانوڻ مينهن جي، ترپي تاڙو جِيئن،
آهي اڄڪلهہ اِئين، ساڳي صورت سنڌ جي.

•

هاري منهنجي ديس جا! تو ڇا ڏوهہ ڪيو؟
آن اُپايو تو، ڪرو ڪٺي ٻيا ويا!

•

ناهي ويلو وقت تي، پُنيان پسُون ٻار،
ڪيڏو آ لاچار، هاري هر ڪنهن منڊ ۾.

•

اُتر لڳو مُند ڦِري، وريو سيارو،
هاري ويچارو، اَڃا اُنهي اوچتين!

•

مٿي منهنجي ديس جي، مون ڪان پُڇي ٿي،
سپنا ٿيا قيدي، آخر ڪهڙي ڏوهہ ۾؟

•

آخر ڪهڙي ڏوهہ ۾، قيدي سڄو ديس؟
وڏا ٻاٽي ويس، ويڙهي غلامي وئي.

•

أوندھ آنڌوڪار ۾، ھي جي ستارا،
آھن اشارا، آزاديءَ جا أيَ تي.

•

أونداھي اڌ رات جت، اڇي ٿي ڪائڻ،
ڏِسي ھي ڏائڻ، مٿان ھمت ھارِيو!

•

ڪيانتا! ڪاھوڙين ڪي، وڃي نياپو ڏج:
لالڻ پنھنجي لوءِ مان، لھندي ڏٺو سج،
اڇي واھر ڪج، وڃي أوندھ رات ھي.

•

لھندو ڏسي سج ڪي، سوچي شام پئي،
مون ڪي رات ڏئي، وڃين ڪھڙي پار پيو؟

•

لِڪ لڪوٽي راند پيا، ڪيڏن سج ۽ چنڊ،
جِيوَن ڦيرو جنڊ، ماڻھو ڪٺو آن جو.

•

جِيوَن پڳھ پور، ماڻھو ڳھي ڳاھ جيئن،
ڪيڏا ڪيس ڪلور، ڪٺي ڪٺي سان ٿين!

•

گھڙي گھٽائي، پئي ٿي ڏينھن جمار جا،
وينِي وڃائي، وڏا گھنڊ گھڙيال ۾.

•

ڪڏھن ٽوڪان ساھ، پل نہ ٽيندو ھو پري،
اڄ تہ ٻارھين ماھ، تو وٽ اچو ڪونہ ٿي.

•

لڳو جُهوٽو واءُ جو، پَتا پَن ڇِٽيا،
آڱرين جيئن ڳِٽيا، ويَا جوين ڏينهڙا.

●

لڳو جهوٽو واءُ جو، ڇِٽيا پَن پَتا،
سونهن وئي سرتا! وٽن ۾ [1]وائول تي!

●

لڳو جهُوٽو واءُ جو، ڇِٽيا پَتا پَن،
هاءِ! وو! جوين، سندا ڏينهن رُسي ويا!

●

جيئن نئين جي تِک، جوين وَهي ٿو ائين،
ڏوران جنهن جي ڏِک، سونهن نہ سانوڻ جيتري.

●

آهي اڄ سُياڻ، پرهين پُڄاڻي اتس،
هي جا آدم زاد کي، ڇهري ۾ چانڊاڻ،
مؤج تڏهن مهراڻ، جيسين مُند ملهار جي.

●

جيئن نئين جي ڏار، جوين وهي ٿو ائين،
پل کن ۾ هِن پار ۽، پل کن ۾ هُن پار،
وهي مند ملهار، باقي مؤسم ماٺ ۾.

●

ڪڪرن ڪار ڏنم، ايندي ويندي اُڀ تي،
واءُ نہ ڇُري پن ٿو، ڪيڏيءَ اوٽ[2] اُگهم[3]،
اڄوڪو آگم، آٽيندو برسات کي.

●

(1) وائول= مخالف واءُ لڳڻ ڪري سنگ جو خالي ٿي وڃڻ، فصل جو ساڙ
(2) اوٽ = مينهن جو وسڪارو
(3) اُگهم - سانوڻ جي مند ۾ مينهن پوڻ کان اڳ هوا جي گُهٽ - آگم.

ڪڪر منجهان چنڊ جيئن، نڪري ٿئي نروار،
اٿين منهنجي يار، پردو ڪنيو پاڻ تان.

●

چانڊوڪيءَ جو پهر، پاڻيءَ پاڇا چنڊ جا،
هر هر جهوٽي واءُ تي، لُڏي هر ڪا لهر،
ندي توڙي نهر، هر جاءِ منظر هيڪڙو.

●

پاڻيءَ پُڇن لهريون، ڪنڌيءَ گُل رابيل،
اسان سان تو هيل، هي بہ نہ منظر هو ڏٺو.

●

پاڻي پُڇن لهريون، ڪنڌيءَ موتيا گُل،
هر جا تِن جو هُل، خوشبوءِ جن جي پاند ۾.

●

پاڻي پُڇن لهريون، مٿان وڻن ڇانءَ،
هرڪي پَيو هانءُ، هي جو منظر مون ڏٺو.

●

لهريون لک لُڏن، ڪينجهر ڪنڌي پئي ڪري،
هر هر جهوٽا واءُ جا، هينئڙي منجهہ لڳن،
اچو روز مِلن، جتي جوڙا پاڻ ۾.

●

پنهنجي ڪَنِئي جي پنيان، سپ ڪو لوڙي ٿو،
ڪيڏو ٻوڙي ٿو، ماڻهو وَيل وقت لئہ!

●

ڪک نہ پانئج ڪک، ھي جو ھلڪو تو لڳي،
پوريل اتئي پارڪا! ھينيان ھِن جي لک،
اُڏي پوي اک، نظر نيٽان نہ لھين!

•

چو تو چيڙين چيگرا، ھي جو سُتل شينھن،
پورا ڪندئي ڏينھن، اُتيو جي آگھور مان.

•

وڙھندي واچوڙن سين، ھي جي پريا ھَڏَ،
آھن اڪيلا تيا، سِندو! تنھنجا سڏ،
اڄ تہ ڪريون گڏ، ميڙي سيئي مُٺَ ۾.

•

جان جان تو ۾ ساھُ، تيسين ھمت ساڻ رک،
بندي بي ھمت سان، ناھي ساڻ الله،
مايوسي گُناھہ، آھي ھر اِنسان لئہ.

•

جان جان ڪر جاڪوڙ، جيسين جيئرو جڳ ۾،
ٻچي پائي نوڙ، ھينئن نہ مربو آ ھتي.

•

ٻچي پائي نوڙ تون، ائين نہ مرين ھا اڄ،
متان تنھنجي لڄ، پويان پاراتو ڏئي.

•

ڪُل ھي ڪائنات جو، باري متي بار،
ڏيندو جي ڏاتار، تون چا جھلندي جھول ۾!

•

تون ڇا جهلندي جهول ۾، هو جي پري هٿ،
توکي کهڙي کٿ، بندا انهيءَ بات جي.

•

هو جي ڏيڻ تي وري، تون ڇا جهلندي جهول!
ٻول اُنهيءَ جا ٻول، جو تو پالي سڀ کي.

•

جو تو پالي ڪُل کي، سو ئي آهِ الله،
باقي سڀ گُناهه، آهي گهرڻ عام کان.

•

ماڻهو مذهب مُٺ ۾، مذهب ماڻهو مُٺ،
ڪيڏي وڏي جُٺ، ماڻهن مذهب سان ڪئي.

•

ماڻهو مذهب لئه مرن، مون لئه پيٽ ڌرم،
مون کي بک پرم، سيڪاريو سنسار ۾.

•

ساهه تہ تتر جي مثل، جسم جهڙو ڄار،
قاتل آهي يار، هر ڪو ڦندي ۾ ڦتي.

•

جسم ڪندن ڄار جيئن، ساهه تہ ڪپڙي جيئن،
آجو ٿيندو ڪيئن، ايڏي امتحان مان؟

•

هي جا پنهنجي وچ ۾، نفرت جي ديوار،
اڄ تہ اوري يار، پڄين سا پورا ڪيون!

•

ڪوڏر ڪلهي تي ڪٽي، سوچي پيو مزدور،
هي سڀ مون لئهِ سور، آخر ڪنهن خلقيا هتي؟

•

آدم ڪنهن اقرار جو، ليڪو پيو لوڙي،
پير جڏهن ڪوڙي، تڏهن پتو تو پوي.

•

اندر اونداهہ رات، ٻاهر ڏيئي لاٽ جيئن،
دل ۾ هڪڙي بات، وائي ٻي ڪا وات ۾!

•

اڃا سيارو آ پري، توڙي تو ڄاڻين،
سوڙ پيو تاڻين، شايد پيريءَ کي پڳين.

•

تون جو پيريءَ کي پڳين، ڇا ڇا پرائيي؟
ڪارا وار ڪکر جيئن، ڪتي ڪرائيي؟
جوين وڃائيي، آخر کهڙيءَ ڪنڌ ۾؟

•

کهڙي ويل وري، پُٽ نہ پُڇي ٻيءَ ڪان،
سَوڙَ سياري جي، سيڪو سيري پاڻ ڏي.

•

هر هر روئن نيڻ، واءُ وڇوڙي جو وَريو،
مون کي پاڙي واريون، واريو ڏين ويڻ،
ياءُ خاطر پيڻ، ڏنئي ڪيئن ڏهاڳ ۾!

•

پکي پوک ميار، ڪڏهن ڪبي ڪانڪا،
ڪچوُن لُبندَي يار، ڪئين ڏئيون سي ڏيهہ ۾.

•

مرڻ مهٽو ناهہ ڪو، پرٽو ناهي گار،
سڀ ڪنهن متي بار، رکيو روزمره جيئان.

•

هيئن نہ ڇدي پوک، متان گهاريون ٿي پَون،
متان اچي لوڪ، پاڙن کي پڌرو ڏسي.

•

علم لئہ اوکي، گهڙي نہ آ گهڙيال ۾،
علم آ درياءَ ۽، علم چاندوکي،
علم ڪسوٽي، جنهن سان ماڻهو ماپجي.

•

تو بن منهنجي زندگي، ۽ مان آهيان ايئن،
تر ۾ آهي جيئن، پاڻيءَ لئہ پياسو پکي.

•

تڙپي تڙپي زندگي، تنها گذري وئي،
ڪڏهن ڪانہ ڪئي، تو ڪنهن ويل ورڻ جي.

•

تنهنجو تصور ايئن، اُڪريل دل ۾ آ پرين،
چنڊ هُجي جڻ جيئن، پڌرو پاڻيءَ جي متان.

•

ڪاٺي جي گلاس ۾، پڌرو پاڻي جيئن،
اندر مُنهنجي ايئن، تُنهنجو تصور ٿو رهي.

•

تنهنجي چهري ۾ پرين، ڪيڏي آ چاندڻ،
چنڊ منڊي ماندڻ، جيئن ڪا چوڏينهن رات ۾.

•

پاڏا وڙهن پاڻ ۾، پِنجن ٿا ٻُڙا،
ڏِٻن ٿا ڏُڙا، مريو ماڪوڙا وڃن.

•

وڻ ٻہ تيسين وڻ، جيسين منجهس ڇانورو،
پوءِ تہ لڳي ٿو ڄڻ، سُڪل ڏينگهر سُڄ ۾.

•

سُونهن نہ آ سُرهاڻ، سهٽا ٿوهَر ٻہ ٿا لڳن،
جيسين پوي ڄاڻ، پوءِ ويجهو وڃ ڀلي.

•

زهر تہ آخر زهر پر، وڇوڙو ڇاهي،
سمجهان ٿو آهي، پيو ڪو نالو زهر جو.

•

زهر تہ پيئڻ ۾، ڪيڏو ڪڙو ٿو لڳي،
ليڪن جيئڻ ۾، ان ڪان وڌ عذاب آ.

•

هو ڏِس ذريَ زهر ۾، ڪيڏي آهہ ڪَڙاڻ،
اُن ڪَان ويتر ڄاڻ، نالو نفرت جو ڪڙو.

•

ڪنڌي ساوا سر، جنهن ۾ ڪُٽڪن ڪُنگَ پيا،
هو ڏس گُل گلاب جا، جهرڪن پاسي جر،
واديءَ جو منظر، ڪيڏو دل ڪش پيو لڳي!

•

تون ئي منهنجي من جي، چاهت جو چراغ،
هي جي بستيوُن باغ، ساوا تنهنجي سُونهن سان.

•

اڪين اڇا وار، جسم سارو ويو جُهري،
پوڙهي پنن جي پنيانِ، ڏکي سڀ ڇمار،
جوڀن ڏينهڙا چار، هليو هَٿن مان وِيُس.

•

اڪين اڇا وار پيا، جِيوَن پويان پل،
هي جي ساري ڏينهن پيو، ستر سال قبل،
پلجي وينوَ پل، سندي جوڀن وڻ جي.

•

اڇا وار اکين ۾، پويان پل پساهہ،
واهہ ڙي جوڀن واهہ! هينئن نہ ڪرين ها هتي.

•

هي جو جِيوَن هيڪڙو، مُور نہ ملندو بيو،
اچ تہ هِن ۾ ڪو، ماڻيو مزو پيار جو.

•

تنهنجي ڇهري جي چمڪ، جڻ صبح جي ڏوپ،
يا ڪو سانوڻ روپ، جڻ وراڪو وڄَ جو.

•

هي جي پوئين رات ۾، ٻوليون ٻڌجن پيون،
آڙيون اُڏرن پيون، شايد سي آڪاش ۾.

●

بَندُوقن تڪاءَ تي، پکي اُڏاڻا،
ڇڏيو تڪاڻا، وڃن ويچارا پيا.

●

اونداهيءَ جي اوٽ ۾، ڪيڏا ٿين ڪيس!
جئن ڪا جاندهَ پِيس، ائين پِيسن آدمي!

●

جِيوَن شطرنج راند، ماڻهو مُهرن جي مثل،
وڏي ڪن ويڙهاند، پيادا گهوڙا پاڻ ۾.

●

اسان سڀ سارا، آهيون ڦيرو ائٽ جو،
ويندا پنهنجي وقت سان، سيارا اونهارا،
جيون جي ڌارا، وهي وهندي ڪيترو!

●

هي جا نئين ٿِهي، ڪيڏي جوين سان پئي،
رات رهائي رُڃ ۾، ويندي ڪونج ڪَهي،
ويندي مؤج وَهي، سانوڻ ٻه ٽي ڏينهنڙا.

●

سانوڻ ٻَه ٽي ڏينهنڙا، ۽ هي منجهس مؤج،
هي جا هن ۾ اوُج، واري جيئن وَهيو وَڃي.

●

بچپن ڇا پيارا، ڇا سي جوين راتيون،
هو جي هٿن مان وَيا، وقت سيئي وارا،
ڪيڏا ڪسارا، جوين ڏينهن ڇڏي وَيو!

•

ڪڏهن ڪڏهن ڪيترو، ناحق ٽيندو آهه،
مري ويندو آهه، ماڻهو بنا ڏوهه جي!

•

اَڙي او انسان! وحشت ڪنهن ڪان تون سکيين؟
جنهن کي تون مارين پيو، سو ٻي آ انسان،
آهين جڻ حيوان، تو مان وَيو ماڻهپو!

•

ڪيڏو هان پياسو! جڻ ڪا مڇي جارَ ۾!
ترس نه ڪائين تو، ماري! منهنجي حال تي.

•

تنبڻي جيئن تکي، مٿان ڪُوئي- ڏر کي،
ماڻهوءَ ماڻهوءَ کي اٿين بيٺو آ تکيو!

•

تون جو ڪڪر اُپ تي، ڪِٿ آلئہ وسندين؟
ترسي ڪونہ ڪندين، مونتي پنهنجو ڇانورو؟

•

ڪيڏي اندر اُڃ، پر تون وَسين پيو پَري،
ترس نہ توکي تو اچي، سانوڻ! مٿي سُڃ،
لڙڪ تہ لاڙي وَڃ، بہ تي مُنهنجي حال تي!

•

ڦوٿهڙي ۾ جيئن، پن ڇڻن تا پٽ تي،
موت به ڪري تيئن، ساڳي پر سين سان.

•

لڳو سَرءُ واءُ، پن ڇڻي پيا پٽ تي،
ڪيڏو ڳهَرو ڳهاءُ، ٿاريءَ ٿاريءَ ڪک ۾!

•

جيئن تا پن ڇڻن، وڻن منجهان واءُ ۾،
اِئين ڏينهن ڪُٽن، ماڻهوءَ جي ڄمار جا.

•

هي جو ڏکڻ واءُ، لڳي ۽ لهريون ڪري،
ڪيڏو آهِ هڳاءُ، هِن ۾ رُت بَسنت جو!

•

تون جو ڪکر اُپ تي، وسندين ڪهڙي جاءِ؟
ڪا نه ڳهڙي مون لاءِ، ترسي ڪر تون ڇانورو!

•

آخر ايڏو ڏور ڪان، آئين تون بادل!
اڙي او پيادل! ڪجهه نه ترسي پَئو هتي!

•

تو ڇو ٿارِي مُند؟ هي جا سانوڻ مينهن جي،
وري وسڪارون ڪَيون، ڪڪرن ساري مند،
هيڏي پياري مُند، پر تو اچڻ جي نه ڪئي!

•

آخر ڪيئن وسريا، توکان سانوڻ ڏينهڙا؟
ڪڪر ڪئين اُيريا، ليڪن مان پياسو رهيس.

•

ڪڪر رنگ جَهتي، آيو اُتر پارَ کان،
ڪيڏا ويس مَٿي، اُيريو آ آڪاش تي!

•

وضوءَ ڪندي اوچتو، تُنهنجي ياد وري،
ٻانهون ويون وسري، پهچي پيرن تي ويس.

•

ٻَبُر واتر ڪپ تي، جنهن ۾ پن هزار،
جنهن ۾ ڪئين ڏار، جنهن ۾ آڪيرا سُجهن.

•

جڏهن پوئين پهر ۾، ڪروٽ بدلي رات،
تڏهن سندس ڪُک مان، پڌري ٿي پريات،
سورج پائي جهات، پردو پرهہ جو ڪنيو.

•

اڄ ٻيي سورج ماڪ ۾، ٻِنون مَٿي ٻِٽ،
چنيءَ جهڙا چِٽ، مُڪڙين مٿي ماڪ جا.

•

ڪاڪا سُونهن نہ سُونهن، جنهن جو جوڙ نہ جڳ ۾،
جنهن جي ڪُل ورونُهن، مَهڪايو ماحول کي.

•

مار نہ ائين مور کي، اڙي او ماري!
ويهي جو ٿاري، مٿي ٻوليون پيو ڪري.

•

واريءَ جيئن وَهي، وجي ماٺوءَ مُٺَ مان،
جوپن تيئن وَهي، هليو هٿن مان ويو!

•

ڪٿي آيو پاڻ سين، سانوڻ ساروٽيون،
جڻ ڪي مينهن ڪٽيون، ڪِري ڪَڪَرن مان پيون.

•

غُربت چوڙيا پاڻ، لڳا هاريءَ ڪُڪَ ۾،
پوکي ناهي پاڻ، آٽي اُڏارو پيو!

•

آهي هر انسان کي، آزاديءَ جي آس،
ڪيڏو آهہ اُداس، پکي پڃري جي اندر!

•

هيٺو تان حلال، ڏاڍي کان سيکو ڏري،
پَسبو هيٺو حال، هرڪو هَلائون ڪري.

•

تو جا عيد چئي، سا مون پائين ڳالهِ پئي،
مون کي پُورت پيٽ جي، ويلو وڃ ڏئي،
مون تان اڄ ڪئي، سياٽي سيڪو ڪندو.

•

باتيوُن باتين جهڙيون، هُن جون باتيون بيون،
هُن سان گهاريل ياد پيون، توڙي راتيون بيون،
توڙي لاتيون بيون، مَٽ نہ ڪويل جو ڪتي.

•

وقت نہ سو ورجاءِ، گذريو جو گُذري ويو،
وهي ويو درياءَ، ڪپر ڪُن چڏي ويا.



ساٿي سارا ويا ڇڏي، مٿان مون بيئي،
چاڻ اچي پيئي، جندبِ چُٽائي انَ جي.



وڃين عرش پکيون، ڳوڙها ڳاڙي رت جا،
پر تو ڪونہ ٻُڌيون، دانهون منهنجي ديس جون.



رُوئن ڦڙا رتَ جا، اکين سُڪو آبُ،
سورن جو سيلابُ، وهي منجهہ وجود تو!



## وايون

چا لئہ رات وئي،
چا لئہ ڏينهن تيو؟
ماٺهو سمجهي کونَہ تو!
وقت نہ ڪنهن جي وس ۾
وڃي تيز پيو،
ماٺهو سمجهي کونَہ تو!
ٻري ٻرندو ڪيترو
کَپي تيل ويو،
ماٺهو سمجهي کونَہ تو!
اڳيان اوندهہ آ گهٽي
پائي ڏس ليئو،
ماٺهو سمجهي کونَہ تو!
پنهنجو ثمر پاڻ کڻ
ڏيندئي کونہ ٻيو،
ماٺهو سمجهي کونَہ تو!
کوبہ نَہ موتيو آ ڪڏهن
وَيو سو وَيو،
ماٺهو سمجهي کونَہ تو!
ڏک نہ ڪنهن کي کو ڏيو
جيسين يار جِيو،
ماٺهو سمجهي کونَہ تو!
پنڌ "ستايل" آ پري
گس ۾ ڪين ٻيهو،
ماٺهو سمجهي کونَہ تو!



وڏا ٽپ ڏئي،
چڙهي چِپ ڏئي،
جوڀن پيريءَ کي پڳو!

اجا اُپريو ئي تہ مس
اچي شام وئي،
جوڀن پيريءَ کي پڳو!

اڄ سيان جي آسري
خبر ڪانہ پئي،
جوڀن پيريءَ کي پڳو!

رهي نہ روڪڻ سان ڪڏهن،
گهڙي بي چٽي،
جوڀن پيريءَ کي پڳو!

ٻچپن وارا ڏينهن ويا
واريءَ جيئن وَهي،
جوڀن پيريءَ کي پڳو!

نينهن نيائيندا اچن
جهونو لٺ ٻئي،
جوڀن پيريءَ کي پڳو!

مون تان ٻ
هوندي اڻ مئي،
جوڀن پيريءَ کي پڳو!

تو تہ اچڻ ۾ اي پرين
ڪيڏي دير ڪئي!
جوڀن پيريءَ کي پڳو!

هاڻ "ستايل" وئي نري
تتل تيز تئي،
جوڀن پيريءَ کي پڳو!



ناهي ڪو ساٿي-
جِيوَن جي سنگرام ۾.
نڪي مري آدمي
نڪي حياتي،
جِيوَن جي سنگرام ۾.
توڙي پنهنجا ها مگر
ويا سي جُدا ٿي،
جِيوَن جي سنگرام ۾.
ساهه اندر ۾ جيئن ڪٽي
ڄار مڇي ڦاٿي،
جِيوَن جي سنگرام ۾.
مون نه جيئڻ جي دوستو!
آس اڃا لا ٿي،
جِيوَن جي سنگرام ۾.
جِيئري هر انسان جي
جلي چِتا ٿي،
جِيون جي سنگرام ۾.
آخر ماڻهوءَ کان هتي
ڪهڙي خطا ٿي،
جِيوَن جي سنگرام ۾.
ڪانَ "ستايل" درد جي
ڪائي دوا ٿي،
جِيَون جي سنگرام ۾.



تو وٽ هٿ - ڪڙول

مون وٽ ارادا اٽل.

سَٽ نہ زنجيرون سهن

هاٿي ڀيو ڪُجهہ ڀول!

مون وٽ ارادا اَٽلَ.

آڏو ڏونگر ڪي ڏسي

گِيدي! گسّ نہ رول!

مون وٽ ارادا اَٽلَ.

ڪنڌ جهڪائي تو اڳيان

ڪانئر ڀيو ڪو ڳول!

مون وٽ ارادا اَٽلَ.

تنهنجي مقتل گاهہ ۾

منهنجا رنگ رتول،

مون وٽ ارادا اَٽلَ.



ماتم جو منظر،
هيڏانهن هر ڪنهن گهر-
پوءِ بہ چوين سڀ ٺيڪ آ!
ٻار بہ لنگهٽا پيا سُمهن
صبح جي آڌر-
پوءِ بہ چوين سڀ ٺيڪ آ!
وَهن ريلا رت جا،
ڪُسجن پيا ڪونڌر-
پوءِ بہ چوين سڀ ٺيڪ آ!
قتل ڌاڙا ۽ ڦُرون،
ڏينهن ڏٺي اڪثر-
پوءِ بہ چوين سڀ ٺيڪ آ!
رُڃئي وارو سئو رڃيا،
ملي اڄ وڪر-
پوءِ بہ چوين سڀ ٺيڪ آ!
ٻَنيون ساوا باغ سڀ،
تر لڳن ٿوهر-
پوءِ بہ چوين سڀ ٺيڪ آ!
سنڌو سارو ويو سُڪي،
سُرڪي ناهَہ سکر-
پوءِ بہ چوين سڀ ٺيڪ آ!



پاٽي واري تان،
ٻنيءَ ٻاري تان–
ڪونڌر ڪسجو تا وڃن!
حَدَ اورانگهيل جاءِ تي،
گهٽيءَ چاري تان–
ڪونڌر ڪسجو تا وڃن!
رسمن جي ھِن ڄار ۾،
ڪاريءَ ڪاري تان–
ڪونڌر ڪسجو تا وڃن!
پير وڏيري جي ڏنل،
ھڪ اشاري تان–
ڪونڌر ڪسجو تا وڃن!



تو بن او پيارا!
رهجي ويا منظر سيئي!
ڪلفتن جي شام ۾
منهوڙي وارا-
رهجي ويا منظر سيئي!
ڪين وٽن تا هاڻ ڪي،
ڪينجهر ڪنارا-
رهجي ويا منظر سيئي!
گڏ وَسايون ها وري،
ساوڻ وسڪارا-
رهجي ويا منظر سيئي!
گُل ٽڙيل هي باغ ۾،
ڪيت ٻنيون ٻارا-
رهجي ويا منظر سيئي!
پرهه ڦٽيءَ جي ويل ۾،
چنڊ ڪِتيون تارا-
رهجي ويا منظر سيئي!
سنڌوءَ لهرن جي مٿان،
ڪڪر هي ڪارا-
رهجي ويا منظر سيئي!
شام لٿي آڪاش تي،
پنڇي آوارا-
رهجي ويا منظر سيئي!
نيٺ "ستايل" سُونهن جان
سپنن ۾ سارا،
رهجي ويا منظر سيئي!



پن پن جيئن ڇڻي،
پنهنجا ڏينهن ڳڻي،
گهاري وڃبي زندگي!
هي جا ورثي ۾ ملي،
ٿوري يا ته گهڻي-
گهاري وڃبي زندگي!
ڪجهه ته گذري وئي مگر،
ڪجهه لئه هٿ هڻي-
گهاري وڃبي زندگي!
باقي جِيوَن شام جا،
پويان پير ڪٽي-
گهاري وڃبي زندگي!
ڏک ڏيئي وئي ڏاج ۾،
مون کي ماءُ جڻي-
گهاري وڃبي زندگي!
خوف هُيو جنهن ڳالهه جو،
سا ئي بات بڻي-
گهاري وڃبي زندگي!
نه ڪي ڪڪر ڇانورو،
نه ڪي مينهن ڪڻي-
گهاري وڃبي زندگي!
سور "ستايل" جا وڃي،
ٿيا نيٺ ڏٺي-
گهاري وڃبي زندگي!



وجي سج لٿو،
پيو ڪونہ پتو-
جِيوَن گذري ويو ائين!

رات لنگهي وئي سج ۾،
مٿان ڏينهن ٽٽو-
جِيوَن گذري ويو ائين!

اچا پنهنجي پيار جو،
ميلو ڪونہ متو-
جيوَن گذري ويو ائين!

گُل سمورا ويا ڇٽي،
خالي گُل دستو-
جِيوَن گذري ويو ائين!

منزل جي ڳولا ڪندي،
ڀُلجي ويو رستو-
جِيوَن گذري ويو ائين!

نہ ڪي سمجهو مون ڪڏهن،
نڪي سمجهو تو-
جِيوَن گذري ويو ائين!



دل تي ڪيڏو بار،
ليڪن چپ خاموش ها!

الا! نہ ڪجهہ اوري سگهيون، اکيون غم غُبار!
ليڪن چپ خاموش ها!

ظاهر گونگي جي زبان، ڪيڏي روح پُڪار!
ليڪن چپ خاموش ها!

لفظ اندر ۾ تا لُڇن، جيئن ڪو تتر جار!
ليڪن چپ خاموش ها!

منهنجو مَن ساگر جيان، جنهن ۾ ڪُن هزار!
ليڪن چپ خاموش ها!



اُتي جوت جيار!
رات گهري تي روشني.
چوڏس چانڊاڻو نہ ڪو،
اونڌھ انڌو ڪار-
رات گهري تي روشني.
اڄ اڄ اُجالا ڪٿي،
اُونداهيءَ ڪي ٿار!
رات گهري تي روشني.
بنا بتيءَ سوجهري،
بزم آ بيڪار-
رات گهري تي روشني.
پتنگ پاڻهي پُهچندا،
تون بَس شمع ٻار!
رات گهري تي روشني.
پرھ جان پڌري ٿئي،
هر ڪنهن هنڌ پڪار-
رات گهري تي روشني.
رستا ڪائڻ تا اچن،
شهر گهٽيون بازار-
رات گهري تي روشني.
جيسين سُورج پٽ پئي،
تيسين مُنهنجا يار!
رات گهري تي روشني.



ڏس صبح جي ويل،
مُکڙيون ۽ رابيل-
ڪيڏا سهڻا تا لڳن!

مور نچن پيا باغ ۾،
ساڻ ٻچا ۽ ڍيل-
ڪيڏا سهڻا تا لڳن!

چانڊوڪيون ۽ چيٽ ٻئي،
پر جيئان سي هيل-
ڪيڏا سهڻا تا لڳن!

ڪري ڪنيل پَٽ تي،
ڪبوتر پاريل-
ڪيڏا سهڻا تا لڳن!

اڇا ٻڪي اُپ تي،
شام لٿي جي ويل-
ڪيڏا سهڻا تا لڳن!

رُت ٻني برسات ۾،
ٻن دلين جا ميل-
ڪيڏا سهڻا تا لڳن!

اندلٺ سان آڪاش تي،
ڪنوڻين سندا ڪيل-
ڪيڏا سهڻا تا لڳن!



لتو سج سوير-
ڪيڏي اونده رات آ!
تارين جا هِن ٽوڙ ۾،
ساڳيا ڏنم پير-
ڪيڏي اونده رات آ!
ديپ اُجهاڻا ديس ۾،
ساٿي! سنجهي وير-
ڪيڏي اونده رات آ!
آيا وري اوپرا،
من ۾ رکي مير-
ڪيڏي اونده رات آ!
بن قاسم جي روپ ۾،
هو ڏس هتي ڪير-
ڪيڏي اونده رات آ!
ڏاهر! تنهنجي ڏيهه ۾،
ڪيڏو ڏس انڌير-
ڪيڏي اونده رات آ!
اجا سسئي سور ۾،
اجا ساڳيا ڏير-
ڪيڏي اونده رات آ!
اجا سورج پنڌ ۾،
اجا ڪيڏي دير!
ڪيڏي اونده رات آ!



## ڏيڍ سٽا

ڪيڏو تہ پڏائي پيو! ڪلهہ پاءُ نہ هو ليڪن،
اڄ سير سڏائي پيو!

–

سوچي تہ الڻ چا پيو، ويندو تہ هٿين خالي،
لوچي تہ الڻ چا پيو!

–

ڪيڏو تہ توائي آ، ڪنهن ڪي نہ سچائي تو،
ايڏو تہ توائي آ!

–

تون گهاءَ نہ ڏي ايڏا، انسان! ائين ڪنهن ڪي،
ايذاءَ نہ ڏي ايڏا.

–

چو قد پَيو ماپين، هيڏي تہ مليءِ دولت،
پر پوءِ بہ نٿو ڍاپين!

–

ڪنهن جي تہ اشارن سان، نادان پَيو ڪيڏين،
هن ديس جي ٻارن سان!

–

هي جند وڏي شيءِ آ، اُن ڪان بہ مٿي مون لئہ،
هي سنڌ وڏي شيءِ آ.

–

چو سنڌ ڪَيان صدقي؟ هڪ وار نہ سؤ پيرا–
هي جند ڪَيان صدقي.

هو پيير لڪائي ويا، ڪيڏي تہ وڏي چوري،
درياءَ چُرائي ويا!

—

پاڻي تہ بنا پيارا! ويا باغ سُڪي ساوا،
هي ڪيت ٻنيون ٻارا.

—

توکان تہ گھريم پاڻي، پر تون تہ اُنهيءَ عيوض،
بندوق پيَو تاڻي!

—

پاڻي تہ ضروري آ، پاڻيءَ بنا جڳ ۾،
هر چيز اڌوري آ.

—

پاڻي تہ وڏي شيءِ آ، ڇا اُڃ بہ ٽيندي آ؟
ڄاڻي تہ وڏي شيءِ آ.

—

گهر ڪي تہ لڳو ڏاڙو، ڏاريا تہ اڳي ڏاريا،
خاموش رهيو پاڙو!

—

سنگيت ملائي پئي، ڪوئل بہ ”لتا“ جو ڇڻ،
ڪو گيت ٻُڌائي پئي!

—

ڪيڏي تہ مٺي لولي، اڄ باک ڦٽيءَ ۾ ڏس!
ڪوئِل بہ ڪٿي ٻولي!

داناءَ ويا ڀُلجي، لاحدَ ۾ ڳوليندي،
سنئين راهه ويا ڀلجي!

ـ

ڪيڏو نہ هيو ڏاهو! هٿ ساڻ ڳچيءَ پنهنجيءَ–
۾ پاڻ وڌس ڦاهو!

ـ

ڪو راز هيو گهرو، ڪجهہ دير ڪَنان تُنهنجو،
مايوس هيو چهرو!

ـ

ڪيڏو تہ جهميلو آ، هر طرف سمنڊ آهي،
انسان اڪيلو آ!

ـ

ڏک ساڻ ڏُڏي ويندئي، هي ڇوت اٿئي ڇوليون،
ٻيڙي تہ ٻُڏي ويندئي!

ـ

طوفان تري وڃبو، مرڻو تہ اڳي پوءِ آ،
هڪ ڏينهن مري وڃبو.

ـ

جلدي نہ مرڻ جي ڪر، ٻڏندين تہ ٻڏي ويندين،
ڪوشش تہ ترڻ جي ڪر!

ـ

حالات پَيا مٿجن، پر پاڻ اِتي آهيون،
ڏينهن رات پَيا مٿجن!

هي سال وري آيو، پر حال اچا ساڳيا،
ويو ڪالهہ وري آيو!

–

هي سال پروڪي جئن، ويندا تہ ائين گذري،
سڀ ڏينهن اڄوڪي جئن!

–

هي ڏينهن وري ايندا، پر مان نہ هتي هوندس،
ها مينهن وري ايندا.

–

انسان هليو ويندو، ڪجهہ ڏينهن رهي واپس،
مهمان هليو ويندو.

–

انسان وڃي پيو تو، انسان پُنيان ٻيهر،
انسان ڄمي پيو تو.

–

سامان خريدي وٺ، بازار کليل آهي،
ايمان خريدي وٺ!

–

هي رات ڪٽڻ تي آ، او جاڳ اُٿي غافل!
ڏس! باک ڦٽڻ تي آ.

–

سڀ هن جو قِسم آهي، هيءُ ساهہ تہ ساڳيو آ،
پر ڌار جسم آهي.

مُٺ ۾ نہ ڪٽين واري، ڏيندو تہ خدا ليڪن،
حيلو تہ ڪندو هاري.

–

تو سچ چڙهي پوئي: ڏس پيٽ بکيي خاطر:
پيو اوڏ مِٽي لوئي.

–

ويو سچ وري آيو، تو ڪانہ ڪمائي ڪئي،
ڦيرو تہ ڦري آيو.

–

ها نيٺ ڏکيو تي پيو، هٿ پيار ڪرڻ سؤلو،
پر پيٽ ڏکيو تي پيو!

–

تو بُک ڏٺي ناهي، ڏين ٿهڪ وڏا وينو،
ها پيٽ پريل آهي!

–

پيو مؤج مزا ماڻي، هي پيٽ پريل ماڻهو،
ڇا بُک منجهان ڄاڻي؟

–

احساسُ ڪٿي آهي، تو ڳالهہ ڪري هرڪو،
پر قياس ڪٿي آهي؟

–

تون ٻار اميرن جو، توکي نہ ڪڏهن ٿيندو
احساس غريبن جو!

آرام سُتو پيو هين! پيا خواب ڏين توکي،
پيغام سُتو پيو هين!

–

بي ننڊ وڃن پيا تا، ڇا تو نہ ٻُڌا هِن سي،
جي گهنڊ وڃن پيا تا؟

–

نادان اٿئي پويان، ايمان کسي ويندئي،
شيطان اٿئي پويان!

–

ايڏي نہ وڏائي ڪر! هي ساهہ پرايو آ،
ڪنهن سان تہ چڱائي ڪر!

–

تو ٻج ڇٽين جهڙو، اي دوست! ٻنيءَ مان تون،
ڪٽندي بہ فصل اهڙو.

–

هر آس ادوري آ، آ جاڳ رڳي پِيڙا،
ڪُجهہ ننڊ ضروري آ.

–

آ پڪ لهي ويندي، انسان جڏهن مرندو:
سڀ تڪ لهي ويندي.

–

انسان گهٽا آهن، چهرا تہ ملن ٿا پر–
شيطان گهٽا آهن!

مون اک جڏهن کولي، ويا خواب ڇٽي سارا،
ڪندڻ سان پريل جهولي!

ـ

ڪندڻ سان پريل تاري، ويا قول ڇٽي سارا،
تي ڏنگ هٽي ڏاري.

ـ

هي قول ڇٽي ويندا، ڪُجهہ واس وٺڻ پيي ڏيو!
ڪيڏانهن ڪٽي ويندا!

ـ

موسم تہ ڦِري پئي تي، پر وقت سان گڏ تُنهنجي:
قيمت بہ ڪِري پئي تي!

ـ

چوري تہ نہ تيٽو آ، هي پيار جو سودو ڪو:
زوري تہ نہ تيٽو آ!

ـ

مون ڏانهن ڏسي پئي تي، سا ڳالهہ الڳ آهي:
تصوير لڳي پئي تي.

ـ

ساراهہ ڪيان ڪنهن جي، توکي آ بنايو جنهن،
يا ڳالهہ ڪيان تنهنجي؟

ـ

هي سونهن تہ ڪيڏي آ! مون ڳالهہ ڪئي هُن جي،
تعريف خدا جي آ.

جنهن وقت وُنا بادل، تنهن وقت وري منهنجا،
ٿيا نيڻ ڀني تادل.

ـ

ڏس هوءَ تہ اچي پئي ٿي، ساوڻ جي نظارن ۾،
ڪا ديل نچي پئي ٿي!

ـ

بيٺو تہ يڪو آهين، اي سچ! صديون گذريون:
تون ڪِين ٿڪو آهين!

ـ

ڪيڏو تہ عجب آهي، ڪلهہ ٻج ڇٽيائين پئي،
اڄ ڳاهہ پيو ڳاهي!

ـ

ٿاهي تہ وري ڊاهي، انسان مٽيءَ جو ڇڻ،
ڪو ٿانوَ نهيل آهي!

ـ

هر ٿانوَ ٺهي ويندو، هر مند وري ايندي،
ماڻهو نہ وري ايندو.

ـ

تو بُت ڀڳو آهي، ڇا خون وهيو اُن مان؟
انسان تہ ڪو ناهي!

ـ

ڪيڏو بہ ڪٽي ڇاهي، آ ساهہ مِنو ليڪن:
مرڻو تہ وري آهي!

ماٺهو تہ گهڙو آهي، هي موُت مٿان اُن جي،
هر وقت ڪڙو آهي!

—

جِيونَ تہ بٽيو گهاٽو، انسان اِئين پِيسي،
جيئن جنڊ پيهين داٽو!

—

هي خون ٻُڌي ويو آ، هِت جج وتا پئسا!
هُت عرش لُڏي ويو آ.

—

سؤلو تہ سکي جي لاءِ، آهي تہ بنايو ويو،
قانون ٻکي جي لاءِ!

—

پنجوڙ تہ ساڳي آ، چهرا تہ مٽيا ڇا تيو؟
پر نوڙ تہ ساڳي آ!

—

ڪيڏا نہ شڪاري هن، او جاڳ اُٿي هرڻي!
بي قياس هي ماري هن.

—

ڪا ڳالهہ سٽيل آهي، هن طرف نہ تون وڃجانءِ!
هت ڄار منڊَيل آهي.

—

آ ڄار هوائن ۾، بندش تہ لڳل آهي،
بلبل جي صدائن ۾!

ڪو ٻڙڪ نتو ٻولي، ڪو آهِ اوهان ۾ ڇوُ!
جو ڇَپ هِتي کولي؟

–

ٻي ڪانہ ٻُڌم ٻولي، آواز بندوقن جو،
هر طرف هلي گولي!

–

محفل تہ مچائجي، آ مانُ يلا ڇاجي؟
ڪو رنگ رچائجي.

–

ماني تہ ٺري ويندي، آ دير يلا ڇاجي؟
پوءِ ٻک مري ويندي!

–

ڏس هُو تہ اچي ويو آ، سُنسان جڳهہ تي جڻ
ڪو رنگ رچي ويو آ.

–

هي شعر هيو ڪنهنجو، ڇو ڇرڪ ڇڏاءِ ويئي؟
جي نانءُ ٻُڌئِي منهنجو!

–

مون ڪي تہ ڇڏي ڏي تون، تخليق مٿي ڳالهاءِ!
جو گيت لکيو آ مون.

–

هي گيت اڌورو آ، آواز بنا هرڪو،
سنگيت اڌورو آ.

پنهنجي نہ ثنا ڪر تون، ٻُڌ ہيو تہ چوي ڇا تو؟
خود کي تہ فنا ڪر تون!

ـ

آ رات وِڇڻ جي ڪئي، تارا بہ لهي ويا سڀ،
تو ڪانہَ اچڻ جي ڪئي!

ـ

مون ڪان تہ لڪائي پئي، تي پوءِ بہ لڳي ساڳي،
تصوير ٻُڌائي پئي.

ـ

هر طرف هُلي ويئي، مون پيار ڪيو توسان.
هي ڳالهہ کُلي ويئي.

ـ

تارا تہ لکين آهن، آ چنڊ فقط هڪڙو،
چارا تہ لکين آهن.

ـ

آهن تہ لکين تارا، پر پوءِ بہ اڪيلا هِن،
هي چنڊ بنا سارا.

ـ

اي وقت سهارو ڏي! هر طرف انڌيرو آ،
هڪ چنڊ اُڌارو ڏي!

ـ

ڪو چِٽ نہ ملي جنهن سان، ڪا سِٽ تہ اهڙي لک!
ٻي سِٽ نہ ملي جنهن سان.

ڪيڏي نہ ولوڙ آهي! ٻي سٽ ملي جيسين،
هڪ سٽ ئي ڪوڙ آهي.

-

آ ڏيهہ تتل ڪيڏو، چؤطرف مرون ڀُڪَنِ، *
ڏهڪاءُ متل ڪيڏو!

-

بيدار ٿيو ساٿي! سامهون تہ اتوَ دشمن،
هوشيار ٿيو ساٿي!

-

اڳ ڪونہ ڏٺم اهڙو، اي سنڌ امڙ تنهنجو-
اڄ حال ٿيو جهڙو!

-

اي سنڌ! تيان صدقي، هڪڙو تہ جنم ڇا پر
سو جنم ڪيان صدقي.

-

سچ ڪالهہ چيو ناني: ڪر خيال ڦري ويندئي،
هي ڪانگ هٽان ماني!

-

ڪجهہ خيال ڪجو ٻارو! هن مان نہ ڇڱي ٿيندي
هي ڪانگ اتوَ ڪارو!

-

مرڪي تہ نہ گهاريندين؟ ڇا پل حياتيءَ جا-
مايوس گذاريندين؟

---

* ڀڪ = مِرونءَ جي دانهن - رڙ
ڀُڪارَ = مرونءَ جي دانهن - رڙ

الله وڏو آهي، مايوس رهڻ جڳ ۾،
گُناهہ وڏو آهي.

-

ڪيڏو تہ اُچو آهي، تيو ڪونہ ڏٺي سائين،
هي ڏڻ سُچو آهي!

-

ڪيڏو تہ ٻڪيو آهي! پيو ماس پٽي پنهنجو،
ايڏو تہ ٻکيو آهي!

-

تي ڳالهہ پرائي وئي، ظاهر تہ حقيقي هُئي،
ٻڌجي سا ڪهاڻي وئي.

-

حيوان سندي قيمت، تي لک سوا مقرر!
انسان سندي قيمت؟

-

شادي تہ رچائي وئي، مرضيءَ جي بنا گوريءَ-
جِي عمر اجائي وئي.

-

ڪنهن جي نہ خبر تو کي، ڪيڏانهن وئين گم تي؟
پنهنجي نہ خبر توکي!



## ادوها

وريو ڏکڻ واءُ:
ڪويل ڪُوڪُو پئي ڪري، سيني ڪيڏو گهاءُ!
**

تُنهنجي ڪيڏي اون!
اچڻ جو ڏئي آسرو، ۽ پوءِ آئين ڪونہ!
**

سج لٿي جي بانگ،
واپس موٽيو پيا وڃن، هي صبح کا ڪانگ.
**

ٻَل سيرانديَ بانهن،
اچي پيئي اوچتو، دردن واري دانهن.
**

اڄ پيي ساڳيا سور،
جِيوَن گذري ويو مگر، ڪونہ وَيا هي پُور.
**

ڪونهہ مليو آواز،
دٻجي دلين ۾ وَيا، صدين سندا راز.
**

هي جا پوڙهي ماءُ،
هن جي سيني ۾ اندر، ڪيڏو گهرو گهاءُ!
**

هيءُ جو پوڙهو پيءُ،
جَهڪُون ۽ جهولا سَهي، جهُرِي پَيس جِيءُ.
**

اگ ۾ اٿين ڪونهہ:
اڄ هو تڪڙو پيو وڃي، پويان جِي تس اُونِ.
**

ڏنگن جيئن پَتون:
پَٽن پيا تيئن ماس کي، ڏيئي سُور سَٺون.



## ترائيل

زندگيءَ تي سوچ تورو، زندگي ڪيئن پئي وڃي؟
هو هليو ويو، هي وڃي پيو، هاڻ تُنهنجي وار آ،
جيئن پکي پرديس جا تا ديس ڏانهن موٽيو وڃن،
جيئن ساوڻ منجهه بادل تا وسيو واپس ورن،
جيئن سَرءُ ۾ پن پِيلا تا ڇڻيو پٽ تي پون،
هاڻ ٻاجهر ڪي تہ ٻوڙِي، وئي وڪوڙي جهار آ،
وقت ناهي ڪجهہ ڪري وٺ! ڏس گهڙي ڪيئن پئي وڃي؟
زندگيءَ تي سوچ تورو، زندگي ڪيئن پئي وڃي؟



حسرتون پنهنجون ڪٽي ڪجهہ هاڻ ۾،
زندگانيءَ جو سفر پورو ڪري،
پيا وڃن موٽي مسافر ماڳ ڏي،
وقت ڪاهيندو وڃي ويراڳ ڏي،
تو ڇڪي رستو سين ڪي جهاڳ ڏي،
جاڳ جلدي پنڌ ڏاڍو آ پري،
ڇو اڃا آهين سُتو پيو ڇانءَ ۾؟
حسرتون پنهنجون ڪٽي ڪجهہ هاڻ ۾.



ڪرسي تہ ڪم نہ ايندئي، ڪرسيءَ جي لئہ مرين ٿو!
برسات جي بهاني، پاڻي ڪٽي وَيا هو،
حالات پيا بدلجن، دشمن پيو خوب تاڻي،
او سنڌ جا وڏيرا! سوچي تہ ڏس تون هاڻي،
تُنهنجو بہ هٿ آلئہ ڇا، تيندو حشر سياڻي؟
ڪيڏو تہ ڏس هتي اڄ، ڌاڙو هٽي وَيا هو،
نوٽن سندو نشو پي، ڪيڏيون ٺندون ڪرين ٿو،
ڪرسي تہ ڪم نہ ايندئي، ڪرسيءَ جي لئہ مرين ٿو!



تنهنجي چمن جو منظر، ڪيڏو حسين آهي!
هي چنڊ هي ستارا، هي رات هي نظارا،
جنهن ۾ هوا صبح جي، جنهن ۾ پکين جون ٻوليون،
دل کي تہ ڪيئن ڇُهن ٿيون، سنڌوءَ جون مست ڇوليون،
آ سڀ اکين جي آڏو، ڳوليون ڪٿي تہ ڳوليون؟
چهرا هي خوبصورت، هي شام هي ڪنارا!
تنهنجو تہ عڪس آ سڀ، مون کي يقين آهي،
تُنهنجي چمن جو منظر، ڪيڏو حسين آهي!



پورا ڪري نہ سگھندين، مسئلا هزار آهن،
توکي اجا دنيا جي، آهي خبر نہ ڪائي-
۽ تو ڏٺا ڪٿي هي، دنيا جا بار آهن،
ٿوري خوشي آ جنهن ۾، غم بيشمار آهن،
هي دوست مٺ مائٺ، سڀ بي ميار آهن،
ايڏو نہ بي فڪر ٿي، ٿيندين گهٽو توائي،
ناهي ڪِربي جو ڪوئي، بيئي جا يار آهن،
پورا ڪري نہ سگھندين، مسئلا هزار آهن.



موسم بهار آئي، مهڪيا گُلاب آهن،
ليڪن ٻٽي گُلن جي، حالت عجيب آهي!
ڪنهن جي پري پري ڪان، پٽي تي پڪار تڙپي،
آڪاش تي پکين جي، هرڪا اُڏار تڙپي،
ماني ڳيي ڳيي لئہ، تو ٻار ٻار تڙپي،
هن ديس جي بہ شايد، قسمت عجيب آهي،
۽ سڀ هتي اڌورا، مائهن جا خواب آهن،
موسم بهار آئي، مهڪيا گلاب آهن!



ابتدا جي انتها ٿيندي ضرور،
ڪير سمجهائي ڀلا انسان کي؟
زندگانيءَ سان جُڙيل آهي اَجل،
تا وڃن اجڙي سيئي ميلا مٿل،
هيءُ ڪنهن هستيءَ جو آهي عمل،
ڏس خدا جي ضد ۾ شيطان کي!
جي نہ ڄاڻين، آهِ سو تنهنجو قصور،
ابتدا جي انتها ٿيندي ضرور.



ڪي خوشيءَ جا لڙڪ پڻ هارڻ تہ ڏي!
روز واڪا ڇو ڪرين پٽي ٻڪ تون؟
هاڻ واپس وڃ خدا جي واسطي،
منٿ منهنجي مڃ خدا جي واسطي،
ڪو تہ پيرو پيچ خدا جي واسطي،
ڇو اچا ڏين پٽي ڏکيءَ کي ڏک تون؟
ڪا گهڙي آرام سان گهارڻ تہ ڏي!
ڪي خوشيءَ جا لڙڪ پڻ هارڻ تہ ڏي!



نظرن سان ڏس چِتائي، نظرون اُڏار آهن،
ڏس رات جو فلڪ تي، ڪيڏا نہ هن ستارا!
ڌرتيءَ جي پُٽ تي جڻ، ننڍڙا ڪي ٻار آهن،
۽ هي سيئي ستارا، تن جي اُڏار آهن،
شايد هي دانهن ڪنهن جي، ڪنهن جي پڪار آهن،
اڳتي بہ آ گهڻو ڪجهہ، ۽ ٻيا بہ ڪي نظارا،
ليڪن ڏسي تو ڪو ڪو، ڏسندڙ هزار آهن!
نظرن سان ڏس چِتائي، نظرون اُڏار آهن.



روز هر گهر ۾ چراغ ٻرندا هن،
تون تہ راهن ۾ چراغ ٻاري ڏس!
ڪو مسافر ٿي متان وڃي ڀُلجي،
۽ انڌيري ۾ نہ سو وڃي اُلجهي،
سوجهري ۾ تا وڃن سيئي سلجهي،
تون نگاهن ۾ چراغ ٻاري ڏس،
هون تہ هر دل منجهہ داغ ٻرندا هن،
روز هر گهر ۾ چراغ ٻرندا هن.



زندگي روز پئي، واڪ تي نيلام ٿئي،
هون تہ هرڪا ڳلي، آهہ مقتل- گاهہ بڻي،
خواهشن جو جتي، روز قتلِ عام ٿئي،
هاءِ چا، چا نہ پيو، چا تہ صبح و شام ٿئي،
ڪو تہ ڪنهن جي تہ ڪو، ڏس هتي پيو نام ٿئي،
خواب نيڻن منجهان ويا تہ پن پن ٿي ڇڻي،
آدميءَ جو برو، پيو هتي انجام ٿئي،
زندگي روز پئي، واڪ تي نيلام ٿئي.



آ وري اڄ ڳوڙ ڪنوٽين سان وري برسات پئي،
ڏينهن سانوڻ جا وريا ۽ ڇاڻ موتيون ڪونجڙيون.
تو بنا هي سانوڻيون هرگز نٿيون دل کي وڻن،
تون اچين ٿي ڪونہ تو پر يادگيريون ٿيون اچن،
بوند ڪڪرن مان وسي جڻن، تيئن اکيون پرجو وڄن،
وقت گذري تو وڃي سڀ، اڄ گذاريون کي گهڙيون،
آ پرين توکي سڏي هي وصل واري رات پئي،
آ وري اڄ ڳوڙ ڪنوٽين سان وري برسات پئي.



## پنجڪڙا

زندگي ۽ موت جي ڇڪتاڻ آ،
آدميءَ کي جو اچا پِيڙي پيو،
وقت جي هر پيڙ ۾ پيڙي پيو،
هر زخم جنهن جو ڇڻو اهڃاڻ آ،
زندگي ۽ موت جي ڇڪتاڻ آ.



ڪيڏو نه خوبصورت تارن جو ميڙ آهي!
ڪنهن شهر ۾ پري ڪان ڄڻ بلب سي ٻرن پيا،
هڪ ٻي پٺيان ستارا هر هر ائين لڳن پيا،
ميدان راند تي ڄڻ ٻارن جو ميڙ آهي،
ڪيڏو نه خوبصورتِ تارن جو ميڙ آهي!



ڪٽي پاٽي پنجابي ويا، سُڪي ويا واهہ ۽ ناليون،
چوي سرڪار جيئن توکي، ائين لاتيون لَنوين وينو،
مسئلا حل ڪندس سارا، چڙهي آيس چوين وينو،
اچا ساڳيون ڪرين وينو، وڏيرا! ووٽ جون ڳالهيون،
ڪٽي پاٽي پنجابي ويا، سڪي ويا واهہ ۽ ناليون.



مرڪندڙ چهرن مٽان وئي مَر چڙهي،
روح ۾ ڪنهنجي نہ راحت آ رهي،
چاهتن جو چنڊ ڪاڏي ويو لهي،
سنڌ ساري ويئي وحشين وَر چڙهي!
مرڪندڙ چهرن مٽان وئي مر چڙهي!



هو رشوت لئہ وينو وڏو وات ڦاڙي-
۽ پئسن تي پاٽيءَ بہ وڪٽي چڏي تو،
اچي ڪو جي مسڪين آفيس ۾ تو،
بڪايل بگهڙ جيئن انهيءَ ڪي تو ڏاڙهي،
هو رشوت لئہ وينو وڏو وات ڦاڙي.



الاءِ ڇا اچا وينو، اجائي ڳالهہ پيو سوچين،
ابن ڏاڏن ڪنان توکي ملي جاگير ڪيڏي آ،
نہ تنهنجي آ نہ ڪنهنجي آ، اها ڌرتي خدا جي آ،
اچا چؤٽينءَ جي چڪر ۾ پرايو مال پيو سوچين،
الاءِ ڇا اچا وينو، اجائي ڳالهہ پيو سوچين!



تون ڪرين ويٺو بظاهر بندگي،
پروسو توکي گهٽو آ مال تي،
پر نہ سوچيو تو ڪڏهن ان ڳالهہ تي،
ڪيئن گذري ٿي بُکيسي جي زندگي،
تون ڪرين ويٺو بظاهر بندگي.



وقت تيزيءَ سان پيو وهندو وڃي،
پوهہ جهڙين پوئين راتين سان گڏي،
زندگانيءَ جي اونهاري کي چڙي،
سج سياري جي طرف لهندو وڃي،
وقت تيزيءَ سان پيو وهندو وڃي.



ڪيئن الاءِ زندگي گذري وئي،
هُن مرڻ کان ڪُجهہ گهڙيون اڳ ۾ هتي،
پئي چيو حاصل نہ ٿيو جڳ ۾ هتي،
بس هٿن ۾ ئي سڄي گذري وئي،
ڪيئن الائي زندگي گذري وئي!



ريل جيئن ڊوڙي ڊُڪي پئي زندگي،
نيٺ اسٽيشن اڳيان رڪجو وڃي،
تڪ پنهنجو تو جتي هرڪو پيچي،
ڪنهن ڏِيئي جي جڻ ڪٿي پئي زندگي،
ريل جيئن ڊوڙي ڊُڪي پئي زندگي.



موت جھڙي چيز ہي ڪائي نہ آ،
زندگيءَ جي تو ختم پِيڙا ڪري،
پير پنهنجا تو جڏهن جنهن وٽ پري،
هت رهڻ لئہ ڪابہ شيءِ جائي نہ آ،
موت جھڙي چيز ہي ڪائي نہ آ.



رهيو ڇو ماٺ ۾ موسيٰ، عجب جي ڳالهہ ٻڌجي ٿي،
ٻُڌا هُن ٻار کي آخر خضر ماريو تہ ڇو ماريو؟
جڏهن تاريخ جي آڏو، ڪلي تو وقت جو پردو،
حقيقت پلُ هڪڙي جي، صدين جو سوال ٻڌجي ٿي،
رهيو ڇو ماٺ ۾ موسيٰ عجب جي ڳالهہ ٻڌجي ٿي.



نيايون ڀيا اڃا هِن کي، ڳلي جو هار ٻڌجي وئي،
نہ ساڳي سا رهي هاڻي، حقيقت هوڏ ۽ هستي،
هلي وئي ڇڻ هٿن مان سا، جواني موَج ۽ مستي،
نہ چاهيندي بہ اڄ آخر، حياتي بار ٻڌجي وئي،
نيايون ڀيا اڃا هن کي ڳلي جو هار ٻڌجي وئي!



دعوت نہ ڏي خوشيءَ جي، دردن کي دُک رسي ٿو،
آخر ڀلا سکن جو، سورن سان ڪهڙو رشتو؟
تُنهنجي تہ پيار جو هن، پُورن سان ڪهڙو رشتو؟
مَس مَس سُتا وري تن، زخمن کي ڏک رسي ٿو،
دعوت نہ ڏي خوشيءَ جي، دردن کي دُک رسي ٿو.



تنهنجيءَ خوشيءَ جي مون کي دعوت قبول آهي،
منهنجا تہ غَمَ سمورا ان ۾ شريڪ آهن،
توکي خوشيون بہ ارپيان، پر سي ڏئيون مون ناهن،
اڳ واٽ ڪيئن چوان مان، باقي فضول آهي،
تنهنجي خوشي جي مون کي، دعوت قبول آهي.



هاڻي خوشيون نہ گهرجن، في الحال غم ئي ڪافي،
جيڪي بہ ڏک ڏنا تو، تن جو شڪر ڪيان ٿو،
شايد انهيءَ سهاري، جڳ ۾ اجا جيئان ٿو،
غلطيون بہ ڪوڙ هونديون، تن جي وٺان ٿو معافي،
هاڻي خوشيون نہ گهرجن في الحال غم ئي ڪافي.



تُنهنجا تہ غم اکين تي، منهنجون خوشيون قبولج!
ٻوڙها ٻُلن تي آهن ۽ مُرڪ آ چپن تي،
مون کي تہ يار منهنجي، اونداهہ ۾ ڇڏي ڏي،
پر جي مليون بہ هونديون، سي روشنيون قبولج!
تنهنجا تہ غم اکين تي، منهنجون خوشيون قبولج!



ڇو ٿو پکين کي مارين، تو تي تہ بار ناهن؟
پنهنجيءَ چنهب سان جي، داڻو چڱون چگن ٿا،
ڌرتي خدا جي آهي، جنهن تي هَلن گُهمن ٿا،
يا ڇؤ اهي بنايل، تُنهنجا تہ يار ناهن؟
ڇو ٿو پکين کي مارين، تو تي تہ بار ناهن!



ايڏا نہ فٿر ڪر تون، مورن ۾ ٿاھہ پوندو،
بندوق ساڻ وينو، ڳيرا تتر تون مارين،
تن کي بہ ساھہ تو جيئن، ڪُجھہ قياس ڪونہ ڌارين،
ھي سڀ پکي آمن جا، توکي گُناھہ ٿيندو،
ايڏا نہ فٿر ڪر تون، مورن ۾ ٿاھہ پوندو.



ايڏو نہ قيد ۾ رک، ھاڻي تہ کول پڃرو!
ھيءَ چنڊ جو پياسي، ڪيڏو چڪور آھي،
ھِن کي ھتان وڃڻ جي، ڪيڏي ولوڙ آھي،
ڏي تون سزا اُنھيءَ کي، ٺاھيو جنھن ڳول پڃرو،
ايڏو نہ قيد ۾ رک، ھاڻي تہ کول پڃرو!



اي ڇوڪرا اچا تون، ننڍڙو تہ ٻار آھين!
ڇا جي تڪڙ لڳي ٿئي، توکي وڏي ٿيڻ جي،
پنھنجي تہ پيءَ وانگي، جلدي جڏي ٿيڻ جي،
کھڙو يلا ٻُڌائي، ڌرتيءَ تي ٻار آھين،
اي ڇوڪرا اچا تون، ننڍڙو تہ ٻار آھين!



ھي پنھنجن سان جھيڙو، تہ جھيڙو آ ڇا جو؟
شرَم جي اچئي ھا، ٻڌي تون مرين ھا،
ھُو ڌاريا تہ سِنڌُو، چُرائي کڻي ويا،
ھتي پاءُ پاڻيءَ جو بدلو وٺين تو!
ھي پنھنجن سان جھيڙو، تہ جھيڙو آ ڇا جو؟



خود کي ڏِکين پيو ۽، ٻئي جا تو عيب کولين!
انسان ھِن دنيا ۾، ھرڪو خطا جو گھر آ،
ڇاھي سياڻ ٿيٺو؟ بندو تہ بي خبر آ!
پنھنجا گُناھہ لڪائي، ٻي جا گُناھہ ڳولين!
خود کي ڏِکين پيو ۽، ٻئي جا تو عيب کولين!



نيڻ ڪڪرن منجھان، رات رم جھم وٺي،
دل جي صحرا مٿي، تاس پوءِ پِي رهي،
مون گھٽائڻ گھري، پياس پوءِ پِي رهي،
آس پو پِي رهي، ڇا تہ شبنم وٺي،
دل جي صَحرا مٿي، رات رِم جِھم وٺي.



ھت جيئڻ جو سوال آ،
ساھہ کي ھر شئي کپي،
موت کان پوءِ ڇا ملي،
سا اڳيان جي ڳالھہ آ،
ھِت جيئڻ جو سوال آ.



زندگي گھارڻ ڏکي ڏاڍي اٿئي،
ڇو اُجھائين پيو ڏئي جي لاٽ کي،
رک روشن تون انھيءَ سان ٻاٽ کي،
پوءِ وري ٻارڻ ڏکي ڏاڍي اٿئي،
زندگي گھارڻ ڏکي ڏاڍي اٿئي.



هو رنگ مليو رنگ سان، گلدان ٿي پيو،
ڪيڏو نہ انهيءَ ۾ هيو، قدرت جو ڪرشمو،
مالڪ تہ بنايو پئي، مِٽيءَ مان مجسمو،
افسوس جو اُن وقت هي، انسان ٿي پيو،
هو رنگ مليو رنگ سان، گلدان ٿي پيو.



نالو لڪيئي تہ ڇا ٿيو، گهر ۾ رکيئي تہ ڇا ٿيو،
۽ ماڪ جا ڦڙا هي، جنهن تي وسن پيا ظاهر،
گُل کي نہ گُل جي خُوشبو، ڏيئي سگهين مصور!
خالي پَنو ڪٽي جي نقشو چِٽيئي تہ ڇا ٿيو!
نالو لڪيئي تہ ڇا ٿيو گهر ۾ رکيئي تہ ڇا ٿيو.



هر دؤر جو قاضي بڻيو، منصور جو دشمن،
جنهن سبق هيو سچ جو سيني کي پڙهايو،
جنهن رسم هيو جنهن کي، سوريءَ تي چڙهايو،
منصور بڻيو خُود انهي، دستور جو دشمن،
هر دور جو قاضي بڻيو، منصور جو دشمن.



هي مُلڪ تہ ايذي سينٽر آ، ڪُجهہ ماٺهو ڪيس هلائين پيا،
انصاف هتي ڪنهن مردي جيئن، لاوارث ٿي دفنايو ويو،
قانون هتي ڪنهن نچڻيءَ جي، نوٽن تي روز نچايو ويو،
رک والا اُن جو رقص ڏسي، پوءِ تاڙيون خوب وڄائن پيا،
هي ملڪ تہ اِيذي سينٽر آ، ڪجهہ ماٺهو ڪيس هلائين پيا.



سپ تو لئہ هن تخليق ٿيون، هي منهنجون ساريون ڪَوِتائون،
جِيوَن جي وڻ جي ٽاريءَ تي، ڪا آس جي ڪويل ٻولي ٿي،
هي پنهنجي منڙي ٻوليءَ ۾، ڪو راز صدين جو کولي ٿي،
اميد جي گهرين سوچن ۾، هي ٻٽڪي ويون سپ ڳولائون،
سپ تو لئہ هن تخليق ٿيون، هي منهنجون ساريون ڪَوِتائون.



ڪٿي اڄ هوا ڪو تہ پيغام آئي،
صبح کان وئي تو اٿڻ جي نہ ڪئي آ،
سمهڻ لئہ "ستايل" سڄي رات پئي آ،
اتي ڪجهہ ڪري وٺ اجها شام آئي،
ڪٿي اڄ هوا ڪو تہ پيغام آئي.



ڇا ائين سنڌو سُڪائڻ تو گهُرين؟
تون ڪٿي هوندي بہ ۽ تُنهنجي ٻني،
آهہ واڳوءَ وات ۾ هر ڪا وَني،
تون فقط ڪرسي بچائڻ تو گهرين،
ڇا ائين سنڌو سڪائڻ تو گهرين؟



منهن سياڻي ڏي ڪٿي کھڙو وڃان،
مان تہ نيرن جو پيو سوچان اڃان،
تون ملهائين پيو خوشيون نئين سال جون،
خواهشون رهجي ويون سپ ڪالهہ جون.
منهن سياڻي ڏي ڪٿي کھڙو وڃان!



## چوَسٽا

حالتن شاعر بنايو، شاعري مون کي ملي،
ذات جا ٻاري ڏيئا نئين روشني مون کي ملي،
وقت جي بي رحم رستن هو ملايو موت سان،
پر لکڻ جي لئہ وري نئين زندگي مون کي ملي.



موت آڌو زندگي بيوس بڻي،
عمر پر جي بندگي بيوس بڻي،
زندگي ايڏا تہ غم آئي کڻي،
هڪ تہ ڇا پر هر خوشي بيوس بڻي.



ٻي چار ڏيهاڙا ٽڪ پيچي، پوءِ هر کو ويندو ديس ڇڏي،
تون مچي مُسافر يا نہ مچي، پوءِ هرکو ويندو ديس ڇڏي،
هي ديس نہ تنهنجو ديس اٿئي، پر ماڳ اُصل پرديس اٿئي،
جو ڏسندي اکين ساڻ وڃي، پوءِ هرکو ويندو ديس ڇڏي.



ڇا ڇڏيندي ٻاهہ جت آهي ٻري،
ڪاٺ ڇا پر لوهہ پي ويندو ڳري،
فرد مرندا فرد ڄمندا پيا هِتي،
پر نہ ڄمندي قوم جا ويندي مري.



ڏري ڏاڍن ڪَنان شايد تڏهن ڪمزور پيو ڳولين،
وڏيرا جيپ ۾ ويهي تِتر ۽ مور پيو ڳولين،
ٻُڌي ڪنهن ڊيل جي ٻولي، هلائين پيو اُتي گولي،
ڦُريو پاڻي ڪچين ڪونتو، ڦُٽين جو چور پيو ڳولين!



وِک وِک تي هن واڳون وِيٺا،
پوءِ بہ ڪُنن ۾ جهاڳون وِيٺا،
ماري چِڏبا مڇ سمورا،
آس انهيءَ تي جاڳون وِيٺا.



رات جا تارا ڏسو ڪيئن پيا لڳن!
چنڊ جا چارا ڏسو ڪيئن پيا لڳن!
جڻ تہ موتي ڪي هجن مهراڻ جا،
هي ڏيئا سارا ڏسو ڪيئن پيا لڳن!



زندگيءَ ۾ ڏار تا پنجو وڃن،
جڻ جڏي ڪاڻِي پراڻي يت هجي،
ڪونہ تو ماضي ڪڏهن موٽي اچي،
بس انهي جا عڪس تا رهجو وڃن.



زندگيءَ جا ڏينهن تا گذريو وڃن،
"اڄ اگهڻ تي" چؤ پرين کي اي سکي!
پنڌ کيڏو ڏس کري آيا پکي،
سي وري واپس وطن اڏريو وڃن.



وقت آڏو چنڊ تارا تا جُهڪن،
پل اُنهي کان کيترو کيڏو ڀَڄن،
وقت جي هي بانسري پٺي تي وڄي،
ڏس ته کيڏا نانگ ڪارا تا جُهڪن.



سنڌ سان ايڏي ٺڳي ڇا لئه ڀلا؟
دل کرسيءَ سان لڳي ڇا لئه ڀلا!
هينئن به ٿيندو هُونءَ به ٿيندو ٿيو نه ڪجهه!
پيا هٿن خالي جَهڳي ڇا لئه ڀلا؟



هي قوم جو آ دشمن، هي آ سين جو ويري،
هن جي اندر ٻيائي، هن جي آ اک ميري،
هن جو نسل ختم ڪر، هِن کي اصل ختم ڪر،
هن کي کپي ٿي ڪرسي، هن جي متي ۾ ڦيري.



چا لئہ وئين وکامي، چو تو پرين سلامي؟
توکي چوان چنيسر يا کو چوان حرامي!
تو آهہ سر جُهکايو، تو قوم کي لڄايو،
سُونهين نٿي "ستايل"، توکي اها غلامي.



ماڪ جا ڳوڙها وهائي، چنڊ تارا تا رئن،
ڪنهن نہ سمجهو راز چاهي، روز چارا تا رُئن،
رات، راتاهو هنيو ڪنهن، ٿي ويون بستيون اجاڙ،
اڄ ڪُلئي آڪاش هينان، بي سهارا تا روئن.



سنگت ساري خدا حافظ!
پنهنجي ياري خدا حافظ!
چمَن اُجڙيو اُڏي بلبل،
تِنّي تاري خدا حافظ!



خزائن ۾ ڳالهيون، گلن جون ڪرين تو-
۽ بلبل سان باتيون، خوشين جون ڪرين تو،
اڃا آس اکين تہ لاٿي ٿي ڪانهي،
وري ڳالهہ بانهن، چپن جي ڪرين تو!



مند چڙهي وئي مينهن نہ آيو، سڀ ڪجهہ تو سُنسان لڳي،
رستن تي ڪا رونق ناهي، جهر جهنگ پيو ويران لڳي،
انسانيت جي ڳالهہ ڪرين ٿو، انسانيت جي بوءِ ئي ڪانهي،
ماڻهوءَ ماڻهوءَ کي پيو کائي، هرڪو پيو حيوان لڳي.



ڪجهہ مان چَيو وڃان پيو، ڪجهہ مان ڏيو وڃان پيو-
ءِ پاڻ سان گهڻو ڪجهہ، واپس کنيو وڃان پيو،
اڄ تائين جو "ستايل"، سَمجهي نہ ڪو سگهيو آ،
ليڪن سو خال هڪڙو، مان پي ڇڏيو وڃان پيو.



لتا چنڊ تارا تہ راتيون رُلي ويون،
اوهان ساڻ ٿيون جي نہ باتيون رُلي ويون،
ملي موٽ ڪائي نہ باغن مان جن کي،
گهڻو ڏور ڪويل جون لاتيون رلي ويون.



تصوير جي ڇپن تي تحرير ماٺ ۾ آ،
شايد ائين لڳي ٿو، تصوير ماٺ ۾ آ،
هي ڳالهہ ڪير ڳولي، هي راز ڪير کولي!
هرگز هلي نہ سگهندي، تدبير ماٺ ۾ آ!



ٿهري ڪالاباغ ٺهي پيو-
۽ هي ٽل ڪٽنال ٺهي پيو،
ڇا جي لاءِ ڇوڙ وڌيرا؟
تو آ رکيو ڇُپ جو روزو؟



سنڌ ۾ ابتدا يي، پُڄاڻي لڳي ٿي،
لڳي تو بُڌل سا، ڪهاڻي لڳي ٿي،
نئون دؤر آيو، نئين شيءِ بڌاءِ!
پراڻي تہ هر شيءِ، پراڻي لڳي ٿي.



ختم ٿي ڪهاڻي، تہ شروعات ڇاجي،
بنا ڪجھ ڇوڙ جي، ملاقات ڇاجي،
اڌورو هي ناول، اڌورو نظم آ،
هي جِيوَن جي نالي ۾ سَڪرات ڇاجي!



ابتدا ڪان آدمي آ انتها جي آسري،
ها سيئي زندھ رهن ٿا، بس خدا جي آسري،
هي ڦڪيون ڦيٽا بہ ساڳيا، سوسي ٻيٽا اچا،
ڪو دوا جي آسري ۽ ڪو دعا جي آسري.



زندگي آهي ڊرامو، آدمي ڪردار آ،
ڪو وڪامي، ڪو وٺي پيو، هي دنيا بازار آ،
جنهن تي شاعر تو لکي ۽، جنهن کي ڳائي ڳائڻو،
آدمي اسٽيج تي چڙهه گيت آ گفتار آ.



زندگيءَ جي لئہ سھارو، آ ضروري،
جيئن درياءَ لئہ ڪنارو، آ ضروري،
ساھہ ڪمري جي اندر گھٽجي پيو ڏس!
ڪجھہ ٻھر جو پيي نظارو، آ ضروري.



ديس مٽان اچ اونداھيءَ جي، ڪاري ڪاري رات ڏٺي مون،
مينهن تہ ڇا پر وري وطن تي، گولين جي بَرسات ڏٺي مون،
ڪوئل جي هر ڪوڪ نمائي، سگھيو نہ سمجھي ڪوبہ ڪھاڻي،
ڏرتي هوندَي پوءِ بہ اياڻي، لچندي ڪنهنجي ذات ڏٺي مون.






## "سليٽ" جا مقصد

- لائبريرين ڏانهن لاڙو پيدا ڪرڻ
- غير نصابي سرگرمين کي زور وٺائڻ
- تعليمي اهنجن ۾ سهائتا ڪرڻ
- ادب دوستي پيدا ڪرڻ
- سماج مان هر طرح جي تنگ نظري دور ڪرڻ
- ذهني ايڪسرسائيز لاءِ ماحول مهيا ڪرڻ
- انسان جي سڃاڻپ ڪرائڻ

## "سليٽ" اشاعتي شعبي جا

## ڇپايل ڪتاب

- **ٿَڌي اُس تکي ڇانوَ**

(شاعريَ)

**منصور ملڪ**

قيمت: 120 روپيا

- **سوچن جي صليب**

(اخباري ڪالم)

**علي احمد نظامائي**

قيمت: 80 روپيا

- **اکين ۾ الڪا**

(شاعري)

**امر ساهڙ**

قيمت: 150 روپيا

- **ڏُکوئيَن اُهڃاڻُ**

(شاعريَ)

**"ستايل" سڪندر**

قيمت: 150 روپيا



## ڄاڻ - سڃاڻ

اصل نالو : رحمت الله
ادبي نالو : "ستايل" سڪندر
ولديت : حاجي نبي بخش
ذات : نظاماڻي
ڄم : پهرين جُون 1968ع
تعليم : پرائمري
ڳوٺ : ٽنڊوقيصر
وابستگي : (1) سنڌي ادبي سنگت، ٽنڊوقيصر
(2) سليٽ، دانش گاهه، منصوريه آستانو، ٽنڊوقيصر
ڏس پتو : پوسٽ آفيس ٽنڊوقيصر، ضلعو حيدرآباد، سنڌ.

"ستايل" سڪندر ڪنهن به روايتي درسگاهه جو سند يافته ناهي، ليڪن کيس مڪتبِ عشق جي شاگرد هئڻ جو شرف حاصل رهيو آهي، ۽ سندس هي تخليقي ڪارناما ان جو ئي نتيجو آهن. ان ڪري اها حقيقت پڻ عيان ٿئي ٿي ته ڪنهن به ذات ڏاتي، لاءِ صاحبِ علم هئڻ ضروري ناهي. البت کيس عرفانِ ذات ۽ عشق جو عطا ڪيل سماجي شعور هئڻ لازم آهي. جنهن جي ثبوت طور سندس هن شعري مجموعي مان ڪوڙ سارا شعر مثال طور پيش ڪري سگهجن ٿا. جيڪي نه فقط عصري تقاضائون پوريون ڪن ٿا، پر ادبي حوالي سان مختلف تحريڪن جا عڪس پڻ منجهن جڳهه جڳهه تي ملن ٿا جهڙوڪر رومانيت، قوميت، ويدانت يا تصوف، تجريديت، وجوديت وغيره.

- آسي زميني

Graphics & Printed by: Infal Communications, Hyd. Tel: 786572

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙ، ياڙي، ڪائو، ياجوڪڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، پَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ کا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پوءِ ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَمر- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)